

مقالات طاهريه
حضرت الحاج
خواجه
مدظله العالى
محمد طاهر بخشي نقشبندي
المعروف
حضرت سچن سائين
تاريخي خطاب
سيرت صحابه
علماء جو مقام
بيدار مدرائي
عظيم احسان
اخلاقِ حسنه
الاصلاح پبليڪيشن دادو

# فهرست


| | | | |
|---|---|---|---|
| پنهنجي پاران | 02 | حضرت بلال رضہ | 38 |
| مختصر جائزو | 03 | حضرت ابوذر غفاري رضہ | 38 |
| مقالو پهريون | 14 | حضرت طلحہ رضہ | 38 |
| خلفاءِ کي خطاب | 16 | حضرت عمر بن عبدالعزيز رضہ | 39 |
| علماءِ کي خطاب | 17 | مقالو چوٿون | 45 |
| طلباءِ کي خطاب | 17 | قدرت جي عجيب تخليق | 46 |
| مقالو ٻيون | 19 | هوا هڪ عظيم احسان | 48 |
| سبق آموز واقعو | 19 | پاڻي هڪ عجيب انعام | 49 |
| اصلاح جو طريقو | 21 | بارش جون برڪتون | 50 |
| عجيب اعتراض | 23 | مقالو پنجون | 52 |
| علماءِ سان عقيدت | 24 | اڪر اڪر جو عيوضو | 52 |
| مقالو ٽيون. | 27 | آخرت جو مسڪين | 53 |
| حضرت صديق اڪبر رضہ | 28 | نصيحت آميز واقعو | 55 |
| حضرت فاروق اعظم رضہ | 29 | بي صبري ۽ نا شڪري | 56 |
| حضرت عثمان غني رضہ | 29 | ولي ابن ولي | 56 |
| حضرت شيرِ خدا رضہ | 30 | مثالي عجز انڪساري | 58 |
| حضرت ثوبان رضہ | 32 | باطني بصيرت | 60 |
| حضرت سعدبن ابي وقاص رضہ | 33 | پکين ۽ جانورن تي ٻاجھہ | 62 |
| حضرت سعيد بن عامر رضہ | 34 | حقيقت پريا خواب | 63 |



هيءُ ڪتاب

الاصلاح پبليڪيشن دادو طرفان ڇپايو ويو

ڪمپوزنگ: مَرڪ ڪمپيوٽر دادو

# عياشيءَ جي انتها

دائريڪٽر ٿامس جي رپورٽ

جرمنيءَ جي ميونخ شهر ۾ سينٽرل پارڪ انڊز روزانو 14000 کان مٿي مرد ۽ عورتون، ڪپڙا لاهي، اگهاڙاتي سان بات ڪرڻ ايندا آهن، پارڪ ۾ پاڪستاني ۽ ڀارتي مرد، اگهاڙين عورتن کي غور سان، عجيب نگاهن سان ڏسندا آهن اگهاڙيون عورتون وري انهن مردن جي گهورڻ تي غصي ڪرڻ بدران، انهن جي نظرن مان لطف اندوز ٿينديون آهن.

پاڪستان ۽ ڀارت سميت چين، جاپان، آمريڪا، برطانيه، اٽلي، فرانس، اسپين ۽ ٻين ملڪن جا ماڻهو هن فنڪشن ۾ شامل ٿيندا آهن.

(روزانه تعمير سنڌ اخبار ڦرين آگسٽ 2002ع)

# نگاهه ڪرم جو ڪمال.

محمد ادريس جيڪو ڪافي عرصي کان دبئي اندر ٽيڪسي ڊرائيور آهي، ان ملڪ ۾ ته پئسي جي ته ڪا ڪمي ڪانهي، هن شخص جي شروعاتي زندگي ته شراب، شباب، ڪباب ۽ عياشيءَ ۾ گذري ويئي، پوءِ به هيءُ شخص متحده عرب امارات جهڙي خوشحال ملڪ اندر به هميشه مغموم رهندو هيو آخر پنهنجي هڪ جرمني واري دوست کي خط لکيائين ته مونکي جلدي جرمنيءَ جي ويزا موڪل ته ڪجهه وقت لاءِ عياشي ڪري، پنهنجي نفساني باهه کي اُجهايان.

حضرت قبله سجڻ سائين جن دستور مطابق تبليغي سفر دوران متحده عرب امارات پهتا، دبئي جي دوستن محمد ادريس کي چيو ته تو پنهنجي سموري زندگي عياشيءَ ۾ گذاري ڇڏي، هن وقت الله تعاليٰ توتي ڪرم ڪيو آهي جو تنهنجي اصلاح واسطي پاڪستان کان هڪ ولي ڪامل پهتو آهي، سندس نوراني نظر سان زاني، شرابي ۽ خوني سڌري نيڪو ڪار ۽ صالح بنجي چڪا آهن.

محمد ادريس حضرت صاحب جن جي خدمت ۾ آيو ۽ ذڪر پڇيائين. چند ڏينهن جي صحبت جو اهو اثر نڪتو جو پنج وقتي نماز سان گڏ نماز تهجد جو به پابند بنجي ويو. سندس چهري تي ڏاڙهي اچڻ شروع ٿي ويئي، مٿي تي دستار ٻڌڻ به شروع ڪري ڏنائين، ڪيس شراب ڪباب ۽ عياشيءَ کان نفرت اچي ويئي نه رڳو ايترو پر ٻين پتڪيل ۽ ڀُليل انسانن کي به تبليغ ڪري، محبوبن جو پيغام پهچائيندو رهيو.

اوچتوئي اوچتو سندس جرمنيءَ واري دوست جو خط پهتو ته اوهان تيار رهو، ٻن ٽن ڏينهن ۾ اوهان کي ويزا پهچي ويندي، محمد ادريس جيئن جو خط پڙهيو ته زارو قطار روئندي دوست ڏانهن خط جو جواب لکيائين ته دوست! هن وقت جرمنيءَ جي ويزا جي ضرورت نه آهي، اگر ضرورت آهي ته حرمين شريفن جي ويزا جي ضرورت آهي.

نگاهه ولي ميں به تاثير ديکهي . بدلتي هزارون کي تقدير ديکهي.

# مقالات طاهريہ

## مختصر جائزو

مؤلف: بيدار موراڻي

حضرت قبلہ سجڻ سائين جن جي خصوصي خطابات جون 350 آڊيو ڪيسيٽون محفوظ آهن. موجوده دؤر جي تقاضا ڪي مدِ نظر رکندي، حضرت صاحب جن جي چند خطابات مان، چند اقتباسات انتخاب ڪري، چند مقالات تحريري صورت ۾ پيش ڪري رهيو آهيان.

مقالو پهريون

## هڪ يادگار تاريخي خطاب

(سهڻن جو وصال ۽ سڄڻن جي مسند نشيني)

### سهڻا سفر هليا:

حضرت قبلہ سهڻا سائين رحمة الله عليه جن جي زندگيءَ جون آخري گهڙيون بہ عجيب گهڙيون هيون. فجر نماز کان عشا نماز تائين سڀ نمازون باجماعت ادا فرمايائون. ربيع الاول جي متبرڪ مهيني اندر، رات جي آخري ساعتن ۾ 2 لڳي چاليهہ منٽن تي، سومر جي رات، وقت جي ولي ڪامل، طريقہ نقشبنديہ جي سالار ۽ سرواڻ جو وصال ٿئي ٿو. پاڻ اهڙي آخري ۽ مشڪل وقت ۾ بہ تهجد نماز قضا نہ ٿا ڪن. اسان مريدن ۽ معتقدن جي ترغيب ۽ تحريص لاءِ هيءُ ئي ڪافي آهي جو وصال واري رات سرِ مبارڪ تي دستار مبارڪ پهريل هئي، ڏندڻ، ڪنگو ۽ تسبيح بہ وهاڻي جي ڀرسان رکيل هئي.

### رقت آميز منظر:

نمازِ جنازه وارو منظر بہ رقت آميز منظر هيو. جڏهن 2 وڳي آفتابِ رُشد و هدايت جي خاڪي جسم اطهر کي ٻاهر آندو ويو تہ سبحان الله! سندن چهرهِ انور جي نورانيت ۽ ڪشش اکين کان اڳري هئي. هر عاشق ۽ عقيدتمند جي اک آلي ۽ آشڪبار هئي. هزارين عاشق صادق، مريد معتقد

پنهنجي مُرشد مُربيءَ کي کلهي ڏيڻ لاءِ آتا هُيا ليڪن اهڙي وقت ۾ ڪلهو ڏيڻ تہ پري رهيو پر محبوبن ڪريمن جي ڪٽ تائين پهچڻ بہ مسئلو هيو. اڪثر فقيرن جي مٿان جذبي جي حالت طاري هئي. ان جي باوجود ڪنهن جي بہ زبان مان بي صبري ۽ نا سڪريءَ جا الفاظ ٻڌڻ ۾ نہ آيا. پاڪستان کان علاوه بيروني ممالڪ مان بہ سندن سوين غلام هوائي جهاز ذريعي آخري ديدار لاءِ پهچي ويا. خلفاء ڪرام جي گهڻي اصرار تي حضرت سجڻ سائين جن نمازِ جنازه پڙهائي ۽ دعا گهري. ان کان پوءِ ديدار جا دروازا کلي ويا ۽ زيارت جي عام اجازت ڏني ويئي.

7 ربيع الاول بہ ڪهڙي نہ سعيد تاريخ هئي، جو هن ئي تاريخ تي طريقہ نقشبنديہ جا سالار حضرت خواجہ سراج الدين رحمة الله عليه جن جيڪي حضرت پير قريشي رحمة الله عليه جا پير و مرشد آهن. سترهن سالن جي عمر ۾ ۽ حضرت قبلہ سجڻ سائين مدظلہ العالي جن ويهن سالن جي عمر ۾، ساڳي تاريخ ستين ربيع الاول تي مسند نشيني اختيار ڪئي.

**تاريخي يادگار مراقبو:**

ٻئي ڏينهن فجر نماز کانپوءِ جڏهن حضرت قبلہ سجڻ سائين جن مراقبو شروع ڪرايو تہ پوري جماعت جي مٿان گريہ زاريءَ جي عجيب ڪيفيت طاري هئي. خصوصاً جڏهن محبوبن مرشدن ڪريمن پنهنجو تصنيف ڪيل پُر درد، وصال ۽ وڇوڙي وارو غزل مراقبي اندر پڙهيو تہ نہ رڳو پاڻ زارو قطار رُنا پر پنهنجي غلامن کي بہ روئاريندا رهيا. روح راڙو ۽ گريہ زاريءَ جو عجيب منظر هيو. ڀلا، اثر ڇو نہ ٿئي؟ هڪ وقت جي ولي ڪامل جو ڪلام ۽ ٻي ولي ڪامل جي زبان حق ترجمان، ٻڌندڙ عاشقن جو عالم ڇا هوندو -؟ چند سٽون حاضر آهن:

ٿلهہ: مون ڏي نيڻ تہ ڪڻ هڪوار مٺا،
تنهنجو دل سان ڪيان ديدار مٺا.

١. جڏ دور وئين تون، هت مونکي ڇڏيون،
ان ڏينهن رُسي ويون مون کان خوشيون.
رت رُنديون رهيون هي منهن[illegible]ن اکيون،
اڄ آئين ٻڌي تون پُڪار مٺا.

۲. جڏهن ديد ملي تنهنجي ديدن سان،
ٻلي عيد اها ٻين عيدن کان،
آهيان مان بہ تنهنجي غلامن مان،
ڪر ڪرم ڪو اکڙين ٺار مٺا.

۳. تنهنجي هجر ۾ هيٺا حال ٿيا،
هڪ ساعت ڀانيان سال ٿيا،
اڄ اڱڻ تي آئين ڀال ٿيا،
توتان گهور وڃان صد بار مٺا.

۴. تنهنجو سگدر سهٺا **طاهر** آ،
جنهن جو حال مٺا ظاهر آ،
تنهنجي در جو ادنيٰ شاعر آ،
آهي تنهنجي ٻلي بيڪار مٺا.

**مثالي عجز و انکساري:**

حضرت صاحب جن بعد نماز فجر خلفاء ڪرام ۽ استاد صاحبان جي گهڻي اصرار تي جميع خلفاء، علماء ۽ فقراء جي تجديد بيعت ڪئي. آخر ۾ پاڻ هڪ پُر درد پُر تاثير خطاب فرمايائون. پنهنجي خصوصي خطاب جي ابتدا "مثالي عجز ۽ انڪساري" سان فرمايائون تہ "هيءُ عاجز ناڪاره، نااهل ۽ بدڪار آهي، زندگي غفلت ۾ گذري ويئي، هتِ ڪنهن بہ قسم جي ڪا پيري مريدي ڪانهي، نذر و نياز، چندي ۽ اوڳڙ وارو طريقو نہ آهي، هيءُ عاجز اوهان جو غلام ۽ خادم آهي، منهنجي ظاهري غلطي ۽ ڪوتاهيءَ تي منهنجو گريبان پڪڙي سگهو ٿا. هن عاجز جي پوري زندگي دين اسلام لاءِ وقف آهي، دنيا دولت تانتہ جان بہ هلي وڃي پرواھ نہ آهي ليڪن ڪنهن بہ صورت ۾ محبوبن مرشدن ڪريمن جي ڏسيل طريقي کي ڇڏڻو نہ آهي، بلڪ هر قيمت تي هلائڻو آهي.

هيءَ عاجز پيرن ڪان وٺي سِرَ تائين عيبن ۾ ٻريل آهي، عاجز سهٺي

سائينءَ جو هڪ ادنيٰ غلام آهي، مون ۾ ڪا بہ اهليت ۽ حيثيت نہ آهي. دعا ڪندا تہ الله تعاليٰ منهنجي دل ۾ دين جو درد پيدا ڪري، خدا جو خوف ۽ حضور اڪرم ﷺ جن جو عشق پيدا ڪري. آخر ۾ پاڻ خلفاء، علماء ۽ طلبا کي مخاطب ٿيندي، هڪ اصلاحي پيغام ۽ محبت جو درس ڏنائون.



مـقـالـو ٻـيـون

# علماءَ جو منصب ۽ مقام

(علم ۽ عمل، فلوسُ ۽ خُلوص)

**وقت جي تقاضا:**

اسلام اندر طبقاتي تفاوت، فرقيوارانہ ڇڪتاڻ، علماء جون هڪٻئي مٿان ڪفر جون فتوائون، علماء جي دنيا طلبيءَ ڏانهن رغبت ۽ رجحان کي ڏسندي عوام اندر مايوسي پيدا ٿي چڪي هئي. اهلِ علم، اهلِ فڪر ۽ دانشور حضرات هيءَ سوچي رهيا هيا تہ ڪهڙي طرح علماء ڪرام کي پنهنجو مقام، منصب ۽ ذميواريءَ جو احساس ڏيارجي. انهيءَ ضرورت کي محسوس ڪندي، حضرت قبلہ سهڻا سائين رحمة الله عليه جن جي سرپرستيءَ هيٺ علماء جي هڪ اصلاحي تنظيم "جمعيت علماء روحانيہ" سال ....... ۾ قائم ڪئي ويئي، جيڪا سياست کان صفا ۽ شفاف آهي.

حضرت قبلہ سچڻ سائين مدظلہ العالي جن جي اڻٿڪ محنت ۽ ڪوشش سان هن وقت علماء جي هيءَ اصلاحي تنظيم اسلام جي بي لوث خدمت ڪري رهي آهي ۽ سندن صلاحيتون تبليغ دين واسطي وقف آهن.

هن وقت فارغ التحصيل علماء ڪرام جو تعداد تقريباً 275 آهي ۽ صرف سنڌ اندر تقريباً 30 ديني مدارس اهڙا بہ آهن، جن ۾ درسِ نظاميءَ کان علاوه فنِ قرائت ۽ حفظ جو ڪم جاري ۽ ساري آهي. ياد رهي تہ فارغ التحصيل علماء ڪرام جا نالا ۽ ديني مدارسن جي پوري ڪارڪردگي تحريري صورت ۾ محفوظ آهي. ان کان علاوه تقريباً 100 علماء ڪرام ڪاليجن اندر ليڪچرار ۽ پروفيسر، هاءِ اسڪولن ۾ عربڪ ٽيچر آهن، جيڪي پنهنجي ڊيوٽيءَ سان گڏ، انهي تعليمي ادارن اندر تبليغ دين ۽ طريقہ

عاليہ جي اشاعت جو ڪم ڪندا رهندا آهن.

**عظيم الشان ڪانفرنسون:**

هن اصلاحي تنظيم جا سنڌ اندر مختلف هنڌن تي ڪانفرنس جي صورت ۾ عظيم الشان اجتماع ٿيندا رهندا آهن. جن ۾ حضرت صاحب جن پاڻ بنفسِ نفيس تشريف فرما ٿي خصوصي خطابات سان نوازيندا آهن.

سال 81ع (عظمتِ اهل بيت ڪانفرنس) دادو، 85ع (دستارِ فضيلت ڪانفرنس) نئون ديره، 87ع (معراج مصطفيٰ ﷺ ڪانفرنس) لاڙڪاڻو، 88ع (معراج النبي ﷺ ڪانفرنس) گڏاپ (ڪراچي)، 88ع (عظمتِ اسلام ڪانفرنس) ڏنبالو (ٿرپارڪر)، 89ع (حضرت امام رباني رحہ ڪانفرنس) دادو، 90ع (حضرت مجدد الف ثاني رح ڪانفرنس) ٽنڊو الهيار، 90ع (ميلاد النبي ﷺ ڪانفرنس) غريب آباد لاڙڪاڻو، 91ع (دستارِ فضيلت ڪانفرنس) ٽنڊو الهيار، 94ع (دستارِ فضيلت ڪانفرنس) نئون ديره، سال 97ع (دستار فضيلت ڪانفرنس) نئون ديره.

**هڪ پُر اثر خطاب:**

اڪثر اهڙين ڪانفرنسن اندر حضرت صاحب جن خصوصي خطاب دوران فرمائيندا آهن تہ "اي علماء ڪرام! علم کي دنيا ڪمائڻ جو ذريعہ نہ بڻايو، اوهان کي دنيادارن جي عزت طلبيءَ جي ڪا ضروت نہ آهي، آخر هڪ ڏينهن اها ڪوڙي ۽ مصنوعي عزت ظاهر ٿي پوندي ۽ ذلت رُسوائي حاصل ٿيندي. علم کي ماڻهن جي هدايت ۽ پنهنجي نفس جي اصلاح جو ذريعو بڻايو. اسان جو جَلوت ۾ نمونو هڪڙو آهي تہ خِلوت ۾ نمونو ٻيو آهي. دوستن جي اندر تہ جُبي ۽ قُبي ۾ مَلبوس آهيون پر تنهائيءَ ۾ اسان جو ڪِردار نهايت ئي ڪِريل آهي، اسان جو عمل ڍِلو آهي، تڏهن حق چوڻ کان ڪِيٻايون ۽ شرمايون ٿا.

**اصلاحي عجيب مثال:**

حضرت امام غزالي رحہ ڪهڙو نہ هڪ اصلاحي ۽ عجيب مثال ڏنو آهي تہ ڪو شخص هجي، جنهن جي وجود تي نانگ ۽ وڇون چنبڙيل هجن، ان کي ايذاء ۽ تڪليفون ڏيئي رهيا هجن، انهن جي مٿان ان جي بلڪل نگاهہ

نہ هجي پر ان شخص جي سامهون پيو شخص ويٺل هجي، جنهن جي بدن تي صرف هڪ مک ويٺل هجي ۽ هي شخص ان مک جو فڪر ڪندي چوي تہ ميان! تنهنجي بدن تي مک ويٺي آهي. حضرت امام غزالي رحہ فرمائي ٿو تہ اهو انسان ڪيڏو نہ بيوقوف ۽ نادان آهي جو پنهنجي بدن تي چنبڙيل نانگن ۽ وڇن کي تہ وساري ٿو ويهي پر پنهنجي ڀائي ڀاءُ جي ويٺل مک کي بہ برداشت نٿو ڪري. اڄ اسان جو حال بہ هي آهي جو پنهنجي اکين ۾ تہ شهتير پيا آهن، ڪائي پرواهہ ڪانهي، پر ٻين جي اکين ۾ ڪک بہ سَهي نٿا سگهون. صحيحِ معنيٰ ۾ سمجهدار انسان اهو آهي، جيڪو پنهنجي اصلاح طرف توجہ ڪري، اسان جي ٻين جي طرف تہ آگر سڌي هوندي آهي پر پنهنجي طرف غور و فڪر گهٽ هوندو آهي.

●

مقالو ٽيون

# صداقت صحابہ رضہ ۽ سيرت صالحين رحہ

(عشق و محبت، ادب و اطاعت، ايثار و قرباني)

**تباهيءَ جا طور طريقا:**

هيءُ دور آزادي، عياشي ۽ عُريانيءَ جو دؤر آهي. "هني مُون" ملهائڻ لاءِ ڪوهہ مري جهڙا ٿڌا ۽ قاتلانہ منظر، تفريح لاءِ "ڪلفٽن" جهڙي جهڙالي موسم، آزاد ماحول ۽ جارحانہ جوڙا، "هاڪس بي" جهڙا تباهي مچائيندڙ تلاءَ، "ڪِي ڪلبن" اندر ننگا ناچ، "اخبارن" اندر رنگا رنگي فلمي صفحا ۽ ننگيون تصويرون، پريمي جوڙا ۽ عشقيہ پوز، عورتن جي حُسن جا انگ اگهاڙا مقابلا، "رسالن" اندر اگهاڙو ادب ۽ ڪِريل ڪهاڻيون، "ريڊيو" تان واهيات ڊراما ۽ ڊسڪو گانا، "ٽي وي" تان فلمن ذريعي ڪُڌا ڪرتوت ۽ ڪِريل ڪَرتب، "وي سي آر، ڪيبل ۽ ڊش" تان حيواني حرڪتون، ميل ميلاپ جا مخصوص طور طريقا، ڊليوري وارا شرمناڪ ۽ اگهاڙا منظر، "انٽرنيٽ" تان عشق محبت، وصال ۽ وفا جا واعدا، پيءُ ماءُ، مُلا مولوي ۽ مذهبي جهَل ڀل واري جهان ڪان آجا ۽ آزاد..... اهڙي ماحول ۽ معاشره اندر صحيح سوچَ ۽ ساڃاهہ پيدا ڪٿان ٿيندي ؟

### قربانيءَ جو ٻڪرو:

ٻئي طرف وري هن هلندڙ دؤر اندر سياستدانن شاگرد طبقي کي پنهنجو هٿيار سمجهي، پنهنجو اُلو سڌو ڪرڻ لاءِ نجي ۽ سرڪاري املاڪ کي تباهہ ڪرڻ جو منصوبو سٽيو آهي. معصوم شاگردن کي قربانيءَ جو ٻڪرو سمجهندي، سياسي ڪاسائي، ڪيئي ڪَرتب ۽ ڪارناما ڏيکاريا آهن. نتيجي ۾ "مَرو ۽ مَاريو" جي اصولن تي انسانن جي زندگيءَ سان ڪيڏڻ، شاگردن جي روز مره جو پسنديده مشغلو بنجي چُڪو آهي. شاگردَ پنهنجي والدين ۽ استادن جا بي ادب، بي شناس ۽ گستاخ بنجي چُڪا هيا. اهڙي ماحول ۾ رهندي، هي طبقو اسلام کان گهڻو دور ٿي چُڪو هو. الله جي واجب الوجود هستيءَ جو انڪار، قرآن ڪريم کي نعوذباالله پراڻو ڪتاب ۽ دؤرِ حاضر لاءِ غيرمفيد تصور ڪرڻ جو رجحان. ڪاليجن ۽ يونيورسٽين ۾ وڌندو نظر ٿي آيو.....ڇا! اهڙي گندي ۽ غليظ معاشره اندر نوجوان نسل جي اصلاح جي اُميد رکي سگهجي ٿي ؟.

### روحاني تعميري انقلاب:

الله جي ولي ڪامل جي نوراني نظر، فيض اثر جو هيءُ ڪرشمو، وڏي ڪرامت کان گهٽ نہ آهي جو سندن ڪوشش سان اسڪولن، ڪاليجن ۽ يونيورسٽين ۾ "اصلاح باطن" جي تبليغ شروع ٿي، نتيجي ۾ 5 آڪٽوبر 75ع ۾ قبلہ سهڻا سائين رحمة الله عليه جن جي سرپرستيءَ هيٺ شاگردن جي هيءَ اصلاحي تنظيم "روحاني طلبہ جماعت پاڪستان" عمل ۾ آئي، هيءَ تنظيم سياست کان صاف ۽ پاڪ آهي.

حضرت قبلہ سڄڻ سائين مدظلہ العالي جن جي اڻٿڪ محنتن، ڪوششن ۽ ڪاوشن جو هيءُ نتيجو آهي جو ڊاڪٽري، انجنيئري وغيره پڙهڻ وارا شاگرد جن جي صورت ۽ سيرت ۾ فيض محمدي ﷺ جي جهلڪ نمايان نظر پيئي اچي، ڏاڙهي باشرع، ڏنڊڻ، دستار، نماز باجماعت، تهجد جي پابندي، ديني ضروري مسائل جا عالم ۽ تبليغي اصلاحي ڪوششون، هي سندن پڌريون نشانيون آهن.

### عظيم الشان ڪانفرنسون:

هن اصلاحي تنظيم جا سنڌ اندر مختلف هنڌن تي ڪانفرنسن جي

صورت ۾ عظيم الشان اجتماع ٿيندا رهندا آهن، جن ۾ حضرت صاحب جن پاڻ بنفسِ نفيس تشريف فرما ٿي خصوصي خطابات سان نوازيندا آهن.

سال 78ع طاهر آباد (ٽنڊو الهيار)، 81ع (عثمانيہ مسجد) لاڙڪاڻو، 82ع (مڪہ مسجد) لاڙڪاڻو، 83ع (مسجد عمر اسلام) حيدرآباد، 87ع (ڪڪا مسجد) مالا، 92ع (لطيف آباد) حيدرآباد، 93ع نئون ديره، 94ع نوابشاهہ، 97ع سکر، 98ع دادو، 99ع نوابشاهہ ۽ 2000ع دادو. پاڻ هنن ڪانفرنسن اندر خصوصي طور صداقت صحابہ رضہ ۽ ذڪر صالحين رحہ جا سبق آموز واقعات بيان فرمائيندا آهن. چند سيرتون تحرير ڪيون ويون آهن.

حضرت صديقِ اڪبر رضہ، حضرت فاروقِ اعظم رضہ، حضرت عثمان غني رضہ، حضرت شير خدا رضہ، حضرت سعد بن ابي وقاص رضہ، حضرت بلال رضہ، حضرت سعيد بن عامر رضہ، حضرت ثوبان رضہ، حضرت طلحہ رضہ، حضرت عمر بن عبدالعزيز رضہ ۽ حضرت سهل تستري رح، جن جو ذڪر هن مقالي ۾ موجود آهي.



مقالو چوٿون

# عظيم احسان ۽ اڻ ڪٿ انعام

(انساني تخليق، هوا ۽ پاڻي)

### اصلاح باطن جي ضرورت:

اڄ اسان جي صفن ۾ انتشار ۽ افتراق آهي. اسان جي نيتن ۾ کوٽ ۽ دلين اندر فتور پئجي ويو آهي. اسين ذات پات جي ويڇن ۾ ورهجي ويا آهيون. اسان ۾ طبقاتي تفاوت اچي ويو آهي، اسين مذهبي ڌڙي بندين، پارٽي بازين، فرقہ بندين ۽ گروهہ سازين ۾ ايتري قدر تہ هڪبئي کان پري پئجي ويا آهيون، جو هينئر اسان ۾ ڪا بہ مرڪزيت نہ رهي آهي، حالانڪہ اسان جو رب، رسول، قبلو ۽ ڪتاب هڪ آهي.

هن کان زياده افسوس ۽ ارمان هن ڳالهہ جو آهي تہ اسان جي مذهبي پيشوائن يعني علماء ڪرام جو پاڻ ۾ اتفاق ۽ اتحاد نہ آهي، ايتري

قدر جو هڪبئي تي ڪفر جي فتوي ڪڍڻ ۾ ڪا بہ ڪسر نٿا ڇڏين. علماء ڪرام جي هن اختلافات جي نتيجي ۾ ساده لوح عوام توڙي لکيل پڙهيل طبقو بہ گهڻو منجهيل ۽ مايوس نظر اچي ٿو تہ خبر ناهي ڪهڙو فرقو حق تي آهي ۽ ڪهڙو غلط طريقي تي هلي رهيو آهي، ڇو تہ ٻنهي طرفن کان مستند عالم فاضل آهن، جيڪي قرآن و حديث مان دليل پيش ڪن ٿا.

**اڻتمي طاقت:**

موجوده دور اندر ڪيئي اهڙا منجهيل ۽ من گهڙت مسئلا اٿي پيا آهن، جن مسلمانن جي دلين ۾ هڪبئي لاءِ بغاوت ۽ بيزاري پيدا ڪري وڌي آهي. شايد ئي ڪو خوش قسمت مسلمان هجي، جيڪو هن دور ۾ ڪفر جي فتوي کان آزاد ۽ اَجو رهيو هجي. اسان جي هن نفاق ۽ نفرت جو نتيجو اِج مرزائيت، عيسائيت ۽ دهريت جي صورت ۾ اسان جي سامهون آهي.

ڪاش! هن موقعي تي الله تعاليٰ جو هيءُ ارشاد اکين جي آڏو هجي ها! "جيڪڏهن اوهان پاڻ ۾ جهيڙو جهڳڙو ڪندو تہ ڪمزور ٿي ويندو ۽ اوهان جي طاقت ختم ٿي ويندي". "اوهان يڪمُشت ٿي الله جي دين کي مضبوط پڪڙيو ۽ ٽولا ٽولا نہ ٿيو".

هيءُ دؤر ڪفر، بدعت ۽ بي دينيءَ جو دؤر آهي. ملڪ جي معاشره جو هر طبقو آزادي ۽ ڇڙواڳيءَ ڏانهن مائل آهي. هڪ طرف اسان مسلمانن جا عقيدا، عمل ۽ اخلاق، باطل ۽ برباد ٿيندا پيا وڃن تہ ٻئي طرف وري سوين اسلام دشمن تحريڪون، تنظيمون ۽ رنگ برنگي جماعتون، مختلف روپ ۽ رنگ اختيار ڪري، شيطاني شرارتن ذريعي مقدس مذهب اسلام جي ڪمزور ڪرڻ بلڪ ان کي صَفحہِ هستيءَ تان مِٽائڻ جي ناپاڪ ڪوشش ۾ مصروف آهن.

**مايوسي اندر مهرباني:**

وقت جي انهن مايوس ڪُن حالتن کي مدِ نظر رکندي هڪ اصلاحي روحاني تحريڪ "جماعت اصلاح المسلمين" جي نالي سان ٺاهي ويئي آهي، جنهن جو مقصد مسلمانن ۾ انهن جي مذهبي، اخلاقي ۽ روحاني اصلاح ڪرڻ آهي. هن تحريڪ جو ڪنهن بہ سياسي پارٽيءَ سان ڪنهن بہ قسم جو واسطو نہ آهي.

هيءَ جماعت بنا ڪنهن طمع، لوڀ لالچ جي، الله جي هن ارشاد مبارڪ کي مدِ نظر رکندي، هر مسلمان ڀاءُ کي خدا ڪارڻ مخلصانہ دعوت پيش ڪري رهي آهي تہ "اسان جو ارادو فقط اصلاح ۽ سڌارو آهي ۽ ان جي توفيق ۽ طاقت الله تعاليٰ ڏيڻ وارو آهي".

هن اصلاحي تحريڪ جو باني ۽ سرپرست حضرت قبلہ سهڻا سائين رحمة الله عليه جن آهن. هيءَ اصلاحي تنظيم سال 1970ع ۾ قائم ڪئي ويئي.

حضرت قبلہ سڄڻ سائين جن جي اڻٿڪ محنتن ۽ ڪوششن سان لکين ڀليل ۽ ڀٽڪيل انسان، جيڪي اڳ ۾ الله جي حبيب ﷺ جن جي پاڪيزه تعليم ۽ طريقي کان پري ڀڄ ٿيا، اهي اڄ مثالي انسان بنجي اسلام ۽ ايمان جي ساک ڀري رهيا آهن. هن تنظيم جون برانچون پاڪستان کان علاوه بيروني ممالڪ اندر بہ تبليغ ۽ طريقہ عاليہ جي اشاعت جو ڪم زور شور سان ڪري رهيون آهن.

**ساليانہ تربيتي پروگرام:**

هن اصلاحي تنظيم جا سنڌ اندر مختلف هنڌن تي ساليانہ سہ روزه تربيتي پروگرام ٿيندا رهندا آهن جن ۾ حضرت صاحب جن پاڻ بنفسِ نفيس تشريف فرما ٿي خصوصي هدايات سان نوازيندا رهندا آهن. هنن پروگرامن ۾ قرآن، حديث، فقہ، قرآئت، مڪتوبات، فتح الرباني ۽ مثنوي شريف جو درس ڏنو ويندو آهي. سال 89ع الله آباد، 91ع الله آباد، 93ع الله آباد، 95ع فقيرپور، 96ع فقيرپور، 97ع فقيرپور، 98ع فقيرپور ۽ 99ع فقيرپور.

## مقالو پنجون

# ڪَرا ڪوتا ۽ چڱا مَنا اخلاق

(ڇِڪتاڻ ۽ ڇِوٽڪاري جو ذريعو)

**اخلاق حسنہ:**

هڪ مومن لاءِ عقيدن ۽ عبادتن سان گڏوگڏ چڱن ۽ اخلاقن جو هجڻ بہ ضروري آهي، گويا اخلاق ئي هن جي عقيدن ۽ عبادتن جو ڦل آهن.

حضور اڪرم ﷺ جن فرمائن ٿا تہ "اوهان مان سڀ کان چڱو اهو

آهي جنهن جا اخلاق چڱا آهن". پاڻ سڳورن ﷺ جن هيئن بہ فرمايو آهي تہ دنيا اندر منهنجي اچڻ جو مقصد بہ هيءُ ئي آهي تہ آءُ انسان ذات جي اخلاق جي تڪميل ڪريان. پاڻ دنياوارن جي لاءِ هڪ بهترين نمونو پيش ڪيائون. الله تعاليٰ فرمائي ٿو تہ "اي منهنجا محبوب! تون بيشڪ اعليٰ اخلاق وارو آهين".

**محنت ٿوري اجورو گهڻو:**

منهنجا عزيز و دوستو! ٿوري گهڻي تڪليف پهتي، رزق روزيءَ ۾ ڪا ڪمي ٿي، اسان حيران پريشان ٿياسين تہ هاءِ فلاڻي ڪي هيترو آهي، مون وٽ ڪجهہ ئي ڪونهي، حالانڪہ حضور اڪرم ﷺ جن فرمائن ٿا تہ دنيا واري مرتبي ۾ اوهان پنهنجي نگاهہ هيٺ وارن ڏانهن ڪريو، مسڪينن ۽ غريبن ڏانهن نظر ڪيو تہ انهن جو حال ڇا آهي، انهن جي ڪيفيت ڇا آهي ؟ پوءِ اوهان جي اندر ۾ شڪر جو مادو پيدا ٿيندو، دين واري پهلوءَ ۾ توهان پنهنجي پاڻ کان وڌيڪ نيڪو ڪار جي مٿان نظر ڪريو تہ جيئن اوهان ۾ بہ نيڪيءَ جو اڃان زياده شوق پيدا ٿئي.

حديث شريف ۾ اچي ٿو تہ قيامت جي ڏينهن جڏهن هر هڪ شخص کي پنهنجي عملن جو عيوضو ملندو تہ ان وقت ان شخص کي صبر جو اجورو بہ عطا ڪيو ويندو. هر هڪ شخص اها تمنا ڪندو تہ جيڪڏهن دنيا ۾ اسان جي جسم کي ڪئنچيءَ سان ڪَٽيو ۽ ڪَپيو وڃي ها تہ اڄان بہ وڌيڪ مان مرتبو ملي ها. هاءِ افسوس! اهي مصيبتون ۽ تڪليفون جيڪي دنيا ۾ اسان کي مليون، انهن جو عيوضو ايڏو تہ وڏو مليو جو ان جي مقابلي ۾ اهي تڪليفون نهايت ٿورڙيون هيون.

مقالو پھريون

# هڪ يادگار تاريخي خطاب

(سهڻن جو وصال ۽ سچڻن جي مسند نشيني)

**ڪريمن جا ڪرم:**

عزيز و دوستو! حضرت قبلہ سهڻا سائين رحمة الله عليه جن اسان توهان کي صحيح معنيٰ ۾ صراطِ مستقيم ڏيکاري ويا، جيڪو سندن جو ارادو مبارڪ هيو، اسان توهان کي ان مقصد تائين پهچايائون. الله سائين جو خاص احسان جو سندن جي زندگيءَ ۾ جيڪي سندن ارادا هيا، سڀ جو سڀ مڪمل ٿيا.

پاڻ اڄ بہ زنده آهن ۽ اسان سان شامل آهن، اسان ائين نہ سمجهون تہ ڪو نڌڻڪا آهيون. دنيا جا پير في الواقع مرڻ ڪانپوءِ جدا ٿي ويندا آهن، ليڪن حضرت سهڻا سائين رحمة الله عليه جن اسان جا روحاني والد آهن ۽ ڪڏهن بہ اسان کان جدا ڪونهن. هميشه اسان سان گڏ آهن ۽ اڄ بہ سندن ساڳي مهرباني آهي.

الله تعاليٰ اسان کي صحيح معنيٰ ۾ سهڻي سائين جي ڏسيل طريقي تي هلائي، سهڻي سائينءَ اسان توهان کي دين اسلام جي اسلح سان مسلح ڪري ڇڏيو. اهو اسلح جيڪو حضور اڪرم ﷺ جن پنهنجي صحابہ ڪرام کي عطا فرمايو. ان کان بعد ۾ اهي ناڪاره ۽ بيڪار بنجي ويهي ڪو نہ رهيا بلڪ انهن ان پيغام کي سڄي دنيا ۾ پهچايائون. توهان اسان کي بہ صحيح معنيٰ ۾ نماز، روزو، اسلام جي پيروي ۽ حضور ﷺ جن جو عشق ڏنائون. خدا جي واسطي هاڻي ناڪاره بنجي نہ ويهجو، پنهنجي زندگي وقف ڪيو. هن عاجز جي زندگي تہ اسلام واسطي وقف آهي، سڀ هٿ مٿي ڪني واعدو ڪيو تہ اسان جي زندگي وقف آهي. سڄي زندگي تبليغ ۾ گذاريندا سون، جيڪو منهنجي سهڻي سائينءَ جو طريقو هيو. ان مطابق زندگي گذاريندا سون.

آخري وقت ۾ بہ سندن اهي ئي الفاظ هيا تہ تبليغ کي ڪڏهن بہ نہ ڇڏجو. تبليغ ڪندا رهجو، اسان جي طريقي کي هميشه قائم رهڻو آهي. ڪڏهن بہ اسان جي مرشدن ڪريمن جي هيءَ محنت رائگان نہ ويندي،

انشاءَ الله تعاليٰ جيڪي بہ خلفاء آهن، ناڪاره بنجي نہ ويهن، انهن نہ سمجهن تہ اسانجا مرشد اسان کان جدا ٿي ويا. دنيا ۾ بہ گڏ هيا ۽ هاڻي بہ گڏ آهن ۽ آخرت ۾ بہ انهن جي دامن ۾ هٿ هوندو. ليڪن شرط آهي تہ اسان اوهان انهن جي ڏسيل طريقي، پيروي ۽ فرمان کي نہ ڇڏيون.

**مثالي عجز و انڪساري:**

هيُ عاجز گنهگار، پيرن کان وٺي سرَ تائين عيبن ۾ ٻريل آهي، سهڻي سائينءَ جو ادنيٰ غلام آهي، اوهان جو بہ خادم آهي. مون ۾ ڪا بہ اهليت ۽ حيثيت ڪانهي، سهڻي سائينءَ جي طريقي کي ڪنهن بہ صورت ۾ هلائڻو آهي، چاهي دنيا وڃي، جان وڃي ليڪن هن طريقي کي ڇڏڻو نہ آهي. هن طريقي کي زندگيءَ جي آخري دم تائين هلائڻو آهي، سچو عاشق اهو آهي جيڪو امتحان ۽ آزمائش جي وقت ۾ هن طريقي کي نہ ڇڏي. حضور اڪرم ﷺ ۽ حضرت سهڻا سائين رحمة الله عليه جن جي طريقي کي مستحڪم ڪري وٺي.

عزيز و دوستو! هيُ عاجز هجي، خواهہ ڪير بہ هجي، اگر رسمي طريقي ۾ ڏسو تہ ان جو دامن ڇڏي ڏجو، ان کان پري ڀڄي وڃجو، اسان جي طريقي ۾ رسم ڪانهي، نہ رسم ايندي، انشاءَ الله تعاليٰ هي اهو طريقو آهي جيڪو اسان کي مرشدن ڪريمن ٻڌايو آهي، هيءَ عاجز ان طريقي مطابق هلندو، آئينده بہ اهو ئي طريقو جاري ۽ ساري رهندو.

هن عاجز جو ڪو حال ڪونهي، ليڪن دوستن هن عاجز جي مٿان اهو بار رکيو آهي، خدا جو قسم هن عاجز ۾ ڪا بہ اهليت ڪانهي، هيُ عاجز اوهان جي غلاميءَ ۽ خادميءَ واسطي آهي، هتِ ڪنهن جي پيري مريدي ڪانهي، ڪو مرشد ڪونهي، ڪو پير ڪونهي، سڀ سهڻي سائينءَ جا غلام آهيون.

عزيز و دوستو! هي عاجز گنهگار آهي، هن عاجز جي مٿان جيڪو بار رکيو ويو آهي، ان جي قطعاً لائق نہ آهي، ليڪن دعا ڪريو تہ صحيح معنيٰ ۾ مون کي الله سائين توفيق عطا فرمائي. منهنجي دل ۾ اهو درد پيدا ڪري، منهنجي دل ۾ خدا جو خوف ۽ حضور ﷺ جن جو عشق پيدا ڪري. اگر منهنجي ظاهر ۾ ڪا غلطي ڏسو تہ منهنجي گريبان مان وٺي سگهو ٿا.

مون کي چئي سگھو ٿا، مون کي نہ بخشجو. منهنجا پير جڏهن بہ غلط رستي تي هجن تہ موٽائجو. اوهان عاشق آهيو، آءٌ گنهگار آهيان. ڪڏهن بہ هن طريقي کي نہ ڇڏجو.

**خلفاء کي خصوصي خطاب:**

عزيز و دوستو! اوهان منهنجي محبوبن جا جانشين آهيو، حقيقي نائب آهيو، اوهان جو ڪيڏو وڏو درجو، ڪيڏو وڏو شان آهي. الله تبارڪ و تعاليٰ حضرت آدم عليه السلام کي پنهنجو نائب ۽ خليفو ڪري مقرر ڪيو. اولوالعزم ملائڪ بہ ان جي مٿان رشڪ ڪرڻ لڳا تہ يا رب العالمين! ايڏو درجو تون انسان کي ڏيئي رهيو آهين، ڇا! اسان ان نعمت جا لائق نہ آهيون، اسان نور آهيون، نور مان ٺهيل آهيون. الله تعاليٰ جنهن کي پسند فرمائي، اوهان بہ ذرا سوچيو! هيءَ ساڳي نيابت آهي، اوهان بيعت ڪهڙي ڪئي آهي. هي عاجز آهي، جميع جماعت، علماء ڪرام آهن. اسان توهان حضرت صاحب جن جي بيعت ڪئي آهي. ان بيعت جو مقصد ڇا آهي، بيعت مان مراد ڇا آهي، واعدو. اوهان صحابہ ڪرام جي سوانح حيات جو مطالعو ڪيو هوندو، حضور اڪرم ﷺ جن چند صحابہ ڪرام کان بيعت ورتي تہ پنهنجي زندگيءَ ۾ ڪنهن کان بہ سوال نہ ڪندو. صحابہ ڪرام فرمائن ٿا تہ اسان بيعت جي مٿان ايترا تہ ڪاربند رهياسون جو اسان جو گھوڙي تان ڇهبڪ ڪري پوندو هيو تہ ٻئي کي نہ چوندا هئاسون بلڪ گھوڙي تائين لهي اسان پاڻ ڇهبڪ کڻندا هئاسون، ان کي چئبو آهي بيعت جو حق. خبر ناهي ٻين جون تہ بيعتون ڪيون ٿا، ٻين کي تہ ذڪر ڏسيون ٿا، اسان کي بہ پنهنجي بيعت ياد آهي يا نہ؟ گھر وارن تي ڪيتري نگاهہ آهي. گھروارا نماز پڙهن ٿا، تهجد جي پابندي ڪن ٿا، اولادِ جو حال ڇا آهي؟.

هتي جمع ٿياسون، ڪرايو خرچ ڪري آياسون، وقت سيڙايوسين، ڪاروبار، نوڪريون ڇڏي ڪري هتي پهتاسون، سفر ڪري هتي آياسون، آخر اسان توهان جي اچڻ جو مقصد ڪهڙو هيو؟ خبر ناهي دوستن کي اهو مقصد ذهن ۾ رهيو الائي نہ رهيو.

سڀ کان وڏو مقصد اهو هجي تہ اسان هتي پهچي ڪري پنهنجي باطن تي نگاهہ وجهون، اسان جي ڪيفيت جو حال ڇا آهي، سندن صحبت

واري اها ڪيفيت آهي يا ردوبدل ٿي آهي، ذڪر اذڪار جو شغل ۽ تقويٰ ڪيتري آهي، تبليغ واسطي اسان توهان جي ڪوشش ڪيتري آهي؟.

خلفا ڪرام آهن، هي عاجز آهي، پين واسطي تہ وڏيون ڪوششون ڪيون تا، ڪافي توجہ ڏيون تا، لمبيون چوڙيون تقريرون ٿين ٿيون، بسون ڀرجي اچن ٿيون، الحمدلله! اوهان خوش نصيب آهيو، منهنجي محبوبن جو پيغام پهچائي رهيا آهيو، اجان بہ اوهان وڌيڪ ڪوشش ڪيو.

## علماء کي خصوصي خطاب:

اوهان جو شان بلند بالا آهي، هي عاجز ڇا بيان ڪري، سڄا ڪتاب اوهان جي شان ۽ مرتبن سان ڀريا پيا آهن، قرآن ڪريم اوهان جو شان بيان ڪيو آهي، حضور اڪرم ﷺ جن جون بيشمار حديثون اوهان جي شان ۾ آيل آهن. ڀلا اوهان پنهنجي شان کي سڃاتو آهي، ڇا! اوهان جو شان، مان ۽ مرتبو انهيءَ جي لائق آهي جو چند پئسن جي ڪري، اوهان پنهنجي مان مرتبي کي وساري ڇڏيو، نوڪريءَ جي لالچ ۾. اوهان ايڏي منصب کي ڇڏي ڏيو. ڇا! اوهان جو اهو شان، مان مرتبو آهي، اهو اوهان کي لائق آهي؟.

حضرت قبلہ سهڻا سائين رحمة الله عليه جن اوهان تي ايڏي محنت ڪئي، ايتري ڪوشش ڪئي، ايترو توجہ فرمايو، آخر ان جو مقصد ڪهڙو هيو؟ ذرا اهو تہ ٻڌايو اوهان ان مقصد لاءِ ڪيتري ڪوشش ڪئي آهي، انهيءَ لاءِ اوهان ڪيترو سرگرم آهيو يا اسان پنهنجي پيٽ کي وڌيڪ پيارو رکيو آهي. هي عاجز پنهنجي نفس جي ڳالهہ ڪري رهيو آهي، اسان ۾ جيڪي سستيون پيدا ٿين ٿيون، اهي ٻن ڳالهين جي ڪري پيدا ٿين ٿيون، هڪ خدا جو ذڪر نٿا ڪمايون، ذڪر اذڪار ۾ سستي ٿا ڪيون. ٻيو پنهنجي مرشد مربيءَ سان تعلق نسبت صحيح نہ آهي، اگر نسبت تعلق هجي ها تہ ذڪر جاري ٿئي ها، اڄ اسان ۾ دنيا جو شوق، لالچ طمع پيدا نہ ٿئي ها، نفس شيطان جون خواهشات اسان جي مٿان غالب نہ ٿين ها. ذڪر جي لذت ڇا هوندي آهي، نماز جو خشوع ۽ خضوع ڇا آهي؟ اهو اسان کي علم ئي نہ آهي، افسوس! ڪهڙيون صحبتون ڪيوسين، ڇا حاصل ڪيوسين؟.

## روحاني طلب کي خطاب:

حضرت قبلہ سهڻا سائين رحمة الله عليه جن سڄي جماعت مان زياده

اوهان سان پيار ڪندا هئا. صحيح معنيٰ ۾ اوهان ئي منهنجي مرشد جي دل کي ٺاريو، اوهان اها تبليغ ڪئي جيڪا منهنجي مرشدن کي پسند هئي، هن وقت فارغ نہ ويهجو، متان منهنجي مرشد جي روح کي تڪليف پهچي، متان هن طريقي کي ڇڏي ڏيو، جيئن دنيا ۾ منهنجي مرشد کي خوش رکيوَ، اگر هاڻي بہ ائين خوش رکڻ چاهيو ٿا تہ ان تبليغ کي، ان طريقي کي مستحڪم ڪري ونو، فارغ ٿي متان پنهنجو وقت ائين وڃائي ڇڏيو.

عزيز و دوستو! حضرت قبلہ سهڻا سائين رحمة الله عليه جن اوهان لاءِ هن نموني دعائون گهرندا هيا تہ:

پهلا پهولا رهے يا رب چمن ميري اميدون کا،
جگر کا خون دے دے کر يہ بوٹے مين نے پالے هين.



مقالو پيون

# علماء جو منصب ۽ مقام

(علم ۽ عمل، فُلوس ۽ خُلوص)

**علم ذريعي دنيا طلبي:**

اي علماء ڪرام! علم کي دنيا ڪمائڻ ۽ دنيادارن جي نظر ۾ عزت ۽ وقار حاصل ڪرڻ جو ذريعو نہ بنايو. الله تعاليٰ وٽ جيڪو شخص معزز، قابل فخر ۽ عزت وارو آهي، ان کي دنيادارن جي عزت طلبيءَ جي ڪا ضرورت ڪانهي، پر جيڪو خدا جي نظر ۾ ذليل ۽ رُسوا آهي، چاهي هزار ڀيرا ان کي دنيا وارا عزت احترام جي نگاهہ سان ڏسن، ليڪن اهو ڪڏهن بہ پنهنجيءَ ان صحيح مقام ۽ مرتبي کي ماڻي نٿو سگهي. هڪ ڏينهن اها ڪوڙي ۽ مصنوعي عزت ظاهر ٿي پوندي ۽ ان کي ذلت ۽ رُسوائي حاصل ٿيندي.

عزيز و دوستو! پنهنجي ذاتين ۽ قبيلن تي فخر ۽ ناز ڪرڻ وارا، طرح طرح سان پنهنجو پاڻ کي معزز ثابت ڪرڻ وارا، اُهي شيون قابلِ عزت ۽ قابلِ فخر نہ آهن. الله تعاليٰ فرمائي ٿو "ان اڪرمڪم عند الله اتقاڪم" اوهان مان سڀ کان وڏو معزز اهو آهي جيڪو خدا کان زياده ڊڄي ٿو، جنهن جي دل ۾ خدا جو خوف ۽ خدا جي محبت نہ آهي، جنهن جو توجہ الي الله نہ آهي، جيڪو هر وقت دنيا جي پويان پريشان آهي، اهو شخص چاهي، ڪيڏي بہ اعليٰ عزت ۽ قبيلي سان تعلق چو نہ رکي، چاهي ان وٽ هزارين ڪروڙين روپيہ چو نہ هجن، ليڪن اهو دنيا ۾ عزت جو حقدار نہ آهي، ان کي ڪڏهن بہ حقيقي عزت حاصل ٿي نہ سگهندي.

**سبق آموز واقعو:**

حضرت امام غزالي رحہ احياء العلوم اندر هڪ عجيب واقعو لکيو آهي تہ حضرت سيدنا موسيٰ عليه السلام جي خدمت ۾ هڪ شخص رهندو هيو، جيڪو سندن ڪلام ۽ روايتون ٻڌي ڪري، ٻين تائين پهچائيندو هيو تہ حضرت موسيٰ عليه السلام هي ڪلام فرمايو ۽ هيءَ روايت فرمائي. پوءِ چا

ڪندو هيو جو ان جي ذريعي ماڻهن کان دنيا طلب ڪندو هو. فرمائن ٿا تہ ڪجهہ وقت گذري ويو، اهو شخص غائب ٿي ويو. اچانڪ هڪ ڀيري هڪ شخص حضرت موسيٰ عليه السلام جي بارگاهہ ۾ حاضر ٿيو. ان جي هٿ ۾ هڪ ڪارو رسو هيو. ان ڪاري رسي ۾ هڪ خنزير ٻَڌل هيو. ان شخص عرض ڪيو تہ قبلا! هن خنزير جي باري ۾ اوهان جو ڇا خيال آهي؟ پاڻ فرمايائون تہ مون کي ڪا خبر نہ آهي. ان شخص عرض ڪيو تہ قبلا! هيءُ اهو شخص آهي جيڪو اوهان جي خدمت ۾ رهندو هو ۽ اوهان جون روايتون ٻين تائين پهچائيندو هو. پاڻ حيرت ۾ پئجي، خدا جي بارگاهہ ۾ عرض ڪيائون تہ يا الله! هن خنزير کي پنهنجي اصلي انساني صورت ۾ آڻ تہ آءُ ان کان پڇان تہ تنهنجي مٿان هي خدائي غضب ڪيئن نازل ٿيو. حضرت موسيٰ عليه السلام جي مٿان وحي آيو تہ اي منهنجا پيارا پيغمبر! هن جي مٿان منهنجو غضب ۽ قهر ايترو تہ اُتم آهي جو هي ڪڏهن بہ پنهنجي اصلي صورت ۾ موٽي نٿو سگهي. آءُ توکي ٻڌايان ٿو تہ هي شخص علم جي ذريعي دنيا کي طلب ڪندو هيو.

**عملي جدوجهد جي ضرورت:**

اي علماء ڪرام! هيءُ جلسا قائم ڪرڻ ۽ مدرسا هلائڻ بہ دين اسلام جي وڏي خدمت آهي، هيءَ اوهان جي علمي جدوجهد آهي، هيءُ اوهان جو هڪ پيغام آهي. اوهان پنهنجي عملي جدوجهد جو بہ مظاهرو ڪيو ۽ ان پيغام رسانيءَ مٿان اسان پاڻ بہ عمل ڪيون. الله تعاليٰ فرمائي ٿو "ياايهاالذين آمنوا لم تقولون مالا تفعلون" . اي علم پڙهڻ ۽ پڙهائڻ وارو! اوهان اهو ڪجهہ ڇو ٿا چئو، جنهن تي پاڻ عمل نٿا ڪيو. حديث شريف ۾ ايندو آهي تہ حضور اڪرم ﷺ جن ٻن فرشتن سان گڏ آسمان جي سير لاءِ نڪتا. هڪ اهڙي شخص کي ڏٺائون جيڪو زمين تي ليٽيل هيو. ان کي هڪڙو فرد، هڪ وڏو پٿر ان جي دماغ مٿان اڇلائي رهيو هيو. ان جو دماغ ڇِڪنا چُور ٿِي ٿَي ويو. پٿر پري ٿيندو ٿي ويو. ان پٿر کي کڻي، جيستائين پهتو ٿي تہ وري ان جو دماغ صحيح سلامت ٿي ويو ٿي. پاڻ ڪريمن ﷺ جن دريافت فرمائي تہ هيءَ ڪير شخص آهي؟ انهن عرض ڪيو تہ يا رسول الله ﷺ هيءُ اهو عالم آهي جيڪو ٻين کي تہ نصيحت ڪندو هو ليڪن پاڻ ان تي عمل نہ ڪندو هو، ان جي مٿان خدا جو هي عذاب آهي.

### اصلاح جو عجيب طريقو:

عزيز و دوستو! اسان پنهنجي ان ڪِردار کي ڇاڻندي بہ اکيون بند ڪري ڇڏيون آهن، ٻين جي ڪوتاهي ۽ ڪمزوري تہ اسان جي اڳيان تمام گهڻي واضح آهي، ليڪن جيڪو عيب ۽ اوڻائي اسان جي وجود ۾ موجود آهي، ان کي اسان بلڪل وساري ڇڏيو آهي.

حضرت امام غزالي رح ان جو مثال هن طرح ڏنو آهي تہ ڪو شخص هجي، جنهن جي وجود تي نانگ ۽ وڇون چنبڙيل هجن، ان کي ايذاء ۽ تڪليفون ڏيئي رهيا هجن، انهن جي مٿان هن جي بلڪل نگاهہ نہ هجي پر ان شخص جي سامهون هڪ ٻيو شخص ويٺل هجي، جنهن جي بدن تي صرف هڪ مک ويٺل هجي ۽ هيءُ ان مک جو فڪر ڪندي چوي تہ ميان! تنهنجي بدن تي مک ويٺي آهي. حضرت امام غزالي رح فرمائي ٿو تہ اهو انسان ڪيڏو نہ بيوقوف ۽ نادان آهي، جو پنهنجي بدن تي چنبڙيل نانگن ۽ وڇن کي تہ وساري ٿو ويهي پر پنهنجي ٻئي ڀاءُ جي ويٺل مک کي بہ برداشت نٿو ڪري. اڄ اسان جو حال بہ ساڳيو آهي، پنهنجي اکين ۾ تہ شهتير پيا آهن، ڪائي پرواهہ ڪانهي، پر ٻين جي اکين ۾ ڪک بہ سَهي نٿا سگهون. صحيح معنيٰ ۾ سمجهدار انسان اهو آهي، جيڪو پنهنجي اصلاح طرف توجہ ڪري. اسان جي ٻين جي طرف تہ آگر سڌي آهي پر پنهنجي طرف غور ۽ فڪر گهٽ آهي.

اي علماء ڪرام! اسان علم کي ماڻهن جي هدايت ۽ پنهنجي نفس جي اصلاح جو ذريعو بڻايون، لاطمع ٿي ڪري، انسانن جي آڏو پيغام پهچايون، ان ڪان پوءِ ٿي اسان ٻين کي سڏيون، پوءِ ڏسو تہ ڪهڙي نہ طرح خدا جي مخلوق راهہ راست اچي ٿي، ڪهڙي نہ طرح پاڪستان بلڪ پوري عالم اسلام اندر سُکون ۽ سلامتيءَ جي فضا قائم ٿي وڃي ٿي.

افسوس اسان جي حال تي، اسان جو جَلوت ۾ نمونو هڪڙو آهي تہ خِلوت ۾ نمونو ٻيو آهي. مسجد ۾ اسان جو نمونو هڪڙو آهي تہ تنهائيءَ ۾ اسان جي ڪردار جو نمونو ٺي مٽجي وڃي ٿو. جڏهن اسان دوستن ۾ آهيون تہ جُبي ۽ قُبي ۾ مَلبوس آهيون، جڏهن اسان پنهنجي گهر اڪيلائيءَ ۾ آهيون تہ اسان جو پنهنجو ڪردار هڪ پس مانده شخص ڪان بہ نهايت ٺي ڪِريل آهي.

**ڪاملن جو ڪلام:**

حضرت سيد عبدالقادر جيلاني محبوب سبحاني رح فرمائن ٿا "انت في جلو تِکَ مسلم اما في خلوتک فلا" اي انسان! تون مجلس ۾ تہ مسلمان آهين ليڪن تنهائيءَ ۾ تون مسلمان نہ آهين. "ظاهرک مسلم اما باطنک فلا". تنهنجو ظاهر تہ مسلمان آهي، ليڪن تنهنجو اندر مسلمان نہ آهي. تون پنهنجي درهم ۽ دينار جو پانهون آهين، تون پنهنجي خواهشات جو پانهون آهين، تون پنهنجي نفس جو پانهون آهين. جيئن تنهنجو نفس توکي چوي ٿو، تون ائين ئي ڪرين ٿو.

منهنجا عزيز و دوستو!

اسلام کان زياده ٻيو سهڻو ۽ پاڪيزه مذهب ڪهڙو ٿي سگهي ٿو؟ اسان جي دل اهو مڃي ٿي، ليڪن اسان ان جي مٿان عمل ڪري نٿا سگهون. چو نہ ٿا عمل ڪيون جو اسلام جو هر حڪم اسان جي نفس جي خلاف آهي، اسلام چوي ٿو تہ اوهان حق جي ڳالهہ چئو پر اسان حق جي ڳالهہ چوڻ کان شرمايون ٿا. ڪيٻايون ٿا جو تہ اسان جو پنهنجو عمل ڏَرو ۽ ڍِلو آهي، اسان جو پنهنجو ڪِردار ڪِريل آهي، ڪنهن کي اگر چونداسين تہ هو اسان کي منهن تي ٺوڪي ڏيندو تہ تون پهريائين پاڻ کي تہ ڏس!.

**گناهن اڳيان بيوس انسان:**

اج اسان جو ڪِردار هي رهيو آهي جو اسان جو پٽ اسلام جي خلاف آهي، گناهن جا ڪم ڪري ٿو، اسان چونداسون تہ اسان ڇا ڪريون، اسان جو وَس نٿو هلي، اسان مجبور آهيون، اولاد هٿن ۾ بہ ڏاڍو آهي، اڄ اسان جو اهو نمونو ٿي ويو آهي، اسان جو اهو ڍنگ ٿي ويو آهي. چئون ٿا تہ اسان ڇا ڪريون، منهنجو پٽ نٿو مڃي. پر صبحاڻي ائين چوڻ وارا بہ ڪونہ رهندا. اگر هن وقت بہ اسان پنهنجو پاڻ نہ سنڀاليو، هن طرف توجہ نہ ڏنو، زماني جي هن حالات کي نہ ڏٺو ۽ ان جي مطابق اسان فيصلو نہ ڪيو تہ صبحاڻي هن ڳالهہ چوڻ وارا بہ باقي نہ رهندا. افسوس! اسان گناهن جي آڏو پنهنجا هٿيار ڦٽي ڪري ڇڏيا. انهيءَ ڪري ئي اڄ اسان دنيا اندر ذليل ۽ رُسوا آهيون. حالانڪہ الله تعاليٰ جو واعدو آهي "ولاتهنوا ولا تحزنوا وانتم الاعلون ان ڪنتم مؤمنين" اوهان پريشان نہ ٿيو، غمگين نہ ٿيو، اوهان ئي بلند بالا آهيو. جيڪڏهن اوهان سچا پڪا مومن آهيو.

**عجيب و غريب اعتراض:**

اي علماء ڪرام! اڄوڪو نوجوان نسل، پڙهيل لکيل طبقو، اسان اوهان جي مٿان هيءُ اعتراض ڪري ٿو تہ هيءُ قرآن ڪريم، معاذ الله چوڏهن سئو سال پهريان نازل ٿيل آهي، دورِ حاضر لاءِ غير مفيد آهي. هن وقت اسان کي ان جي ضرورت نہ آهي، اڄ جو نوجوان طبقو چوي ٿو تہ حضور اڪرم ﷺ جن جيڪي چوڏهن سئو سال اڳ ۾ ڳالهيون ڪيون هيون، اڄ جي زماني سان اهي ٺهڪي نٿيون اچن، معاذ الله اسان انهن ڳالهين تي ڪيئن اعتبار ڪيون؟ اڄ سائنسي دؤر آهي، ٽيڪنالاجيءَ جو دور آهي. راڪيٽ ۽ طياره تيار ڪيا ويا آهن. انسان نہ رڳو زمين تي قابض ٿي ويو پر چنڊ تي بہ پهچي چُڪو آهي. هن دور ۾ اهڙا تہ مهلڪ هٿيار تيار ڪيا ويا آهن، جو هڪڙي ئي هٿيار سان پوري دنيا کي تباهہ ڪري سگهجي ٿو.

اي علماء ڪرام! اوهان اهي اعتراض ٻڌي چُڪا آهيون، اوهان انهن کي ڪهڙو جواب ڏيندا آهيو تہ اي بي وقوف! تون پنهنجو ايمان ٿو وڃائين، الله ۽ رسول جي خلاف ٿو ڳالهائين، نہ منهنجا دوست، اهو جواب نہ آهي، اوهان کي ڪهڙو جواب ڏيڻو آهي؟ اڄ اسلام کي جديد انداز ۾، سائنٽيفڪ انداز ۾، الله جي احڪامن کي اوهان عقلي انداز ۾ انهن جي آڏو پيش ڪيو تہ جيئن ان ڳالهہ کان هو مطمئن ٿي وڃن.

حضرت امام غزالي رح جي وقت ۾ بہ اسلام جي خلاف فلسفيانہ جي وڏي تحريڪ اٿي، پڙهيل لکيل طبقو يونان جي فلسفي کان متاثر ٿيو. ان وقت جي علماء ڪرام ان ڳالهہ کي محسوس ڪيو تہ ايران جو فلسفو اسان مسلمانن کي گمراهہ ڪري ڇڏيندو، تنهنڪري ان فلسفي کي چڱي طرح پڙهيائون ۽ سمجهيائون، بعد ۾ عوام الناس جي آڏو پيش ڪيائون تہ انسان جي پيدائش جو مقصد ڇا آهي ۽ اسان دنيا ۾ ڇا لاءِ آيا آهيون؟.

**حڪمت عمليءَ جي ضرورت:**

منهنجا عزيز و دوستو! اڄ تائين هي نوجوانِ اسلام جي الف ب کان بہ واقف نہ آهن، انهن نوجوانن فيشن طور تہ غير مذهب جي لٽريچر کي پڙهيو، ان کي پنهنجي واسطي قرآن شريف کان بہ وڌيڪ اهم سمجهيو، انهن پنهنجي پاڻ سان اهو ظلم ڪيو ۽ انهن جي والدين وري انهن سان اهو ظلم ڪيو جو انهن نوجوانن مان اسي فيصد يا انهن کان ڪم و بيش، اڄ تائين

قرآن شريف کي ناظران بہ نہ پڙهيو آهي. نتيجو اهو نڪتو جو انهن جا ذهن باغي، انهن جو عقل ۽ فهم اسلام جي خلاف استعمال ٿيو ٿئي.

اڄ جيڪو اسان جو نوجوان نسل، دين کان ڏور ٿيندو پيو وڃي، انهن جي دلين ۾ دين کان نفرت پيدا ٿيندي پئي وڃي، ان ۾ خصوصاً اسان سنڌ جي عالمن جو بہ وڏو قصور آهي، اسان جي وڏي سستي ۽ ڪمزوري آهي. ٻين زبانن ۾ ڏسو! اسلام جي هر پهلوءَ کي، هر طرح سان مڪمل ۽ اجاگر ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي ويئي آهي، ليڪن اڄ تائين اسلام جي صحيح نموني، سنڌي زبان ۾، پيش ڪرڻ جي ڪوشش ۽ جسارت نہ ڪئي ويئي آهي.

اي علماء ڪرام! اوهان جي لاءِ هڪ ٻيو بہ محاذ کُلي چُڪو آهي، جو نوجوان اوهان کان عقلي انداز ۾، جديد انداز ۾ نظريہ بابت پڇن ٿا، انهن کي جواب ڏيو، اوهان جي اڳيان اهڙا مثال موجود آهن، اهڙا طبقا قائم ٿي چُڪا آهن، هڪڙا نيشنلزم جا حامي تہ ٻيا ڪميونزم جا قائل، اهي پنهنجا هٿ ٺوڪيا نظريا، نوجوان نسل جي اڳيان پيش ڪري، کين گمراهہ ڪن ٿا. ڪميونزم ۽ نيشنلزم دنياوي خواهہ اخروي لحاظ کان سراسر گمراهي ۽ تباهي آهي، بنگلاديش جو حال ڏسو! نيشنلزم انهن کي پاڪستان کان جدا ڪيو، الڳ حڪومت قائم ڪئي ويئي، انهن جو حال ڇا آهي؟ سڀ کان پس مانده ملڪ بنگال آهي، مسلمانن جو اتي حال ڇا آهي، اوهان پوري طرح سان اخبارن ۾ پڙهي چُڪا آهيو، اسان ۽ اوهان کي انهن جي حالتن مان سبق حاصل ڪرڻ گهرجي.

### علماء سان عقيدت ۽ محبت:

اي نوجوانو! هي علماء ڪرام ئي حقيقي معنيٰ ۾ اسان ۽ اوهان لاءِ هن دنيا ۾ زندگي ۽ عزت جا ضامن آهن. اگر علماء ڪرام جو هن دنيا ۾ وجود نہ هجي ها، اگر علما ڪرام جو هن دنيا ۾ اسان جي مٿان سايو نہ هجي ها تہ جيڪر اسان ڪڏهوڪا تباهہ ٿي چُڪا هجون ها. هي علماء ڪرام ئي آهن، جيڪي اسان اوهان کي حقيقي معنيٰ ۾ اخلاق سيکارين ٿا.

اي نوجوان! اوهان برابر پنهنجي قائدن جي مٿان فخر ڪيو ٿا. انهن جي مٿان اوهان کي وڏو ناز آهي، ليڪن اڄ تائين اوهان اخلاق نہ سکيو آهي، ڇا! اوهان کي اوهان جي قائدن اهو اخلاق سيکاريو آهي، جو جيڪي اوهان

جا مخالف هجن، انهن جي مٿان گند ۽ غلاظت اڇليو، ٺوڪون ۽ چٺرون ڪيو، اوهان جو ڪم ھيءُ ھئڻ گھرجي تہ اسلام کي صحيح طرح سان پڙهو، تعصب جي عينڪ لاهي ڪري، پوري دل جي گهراين سان ان کي ٻين مذهبن سان ڀيٽيو تہ اوهان جي اڳيان اسلام جي حقيقت ظاهر ٿي پوندي.

اي نوجوانو! اوهان پنهنجي پيشوا اڳواڻن کي ڏسو! روس جيڪو اڄڪلهہ جي نوجوانن جو پسنديده ۽ مثالي ملڪ آهي، اوهان کي معلوم هئڻ گهرجي تہ سڄي دنيا ۾ سڀ کان زياده خودڪشيءَ جو رجحان روس ۾ لڌو وڃي ٿو ۽ ٻئي نمبر تي آمريڪا آهي. آخر ان جو سبب ڪهڙو آهي؟ انهن ظاهري طرح سان ايتري ترقيءَ جا منازل طئہ ڪيا آهن جو اڄ اسان پنهنجو پاڻ کي سئو سال پوئتي ٿا سمجهون. انهن جسماني عيش ۽ آرام جا اسباب تہ هٿ ڪيا پر روحانيت طرف انهن جو توجہ نہ رهيو. انهن حقيقت کي اڃان نہ لڌو آهي، تنهنڪري پريشان آهن، انهن کي ڪا نجات واري راهہ نظر نٿي اچي. تانتہ پنهنجو پاڻ کي بہ مارڻ لاءِ تيار ٿي وڃن ٿا.

تازو پاڪستاني اخبارن اندر آيو هيو تہ آمريڪا اندر هڪ ڪتاب لکيو ويو آهي، جنهن جو نالو هيو "خود ڪشيءَ جو آسان طريقو" هن ڪتاب جون تقريباً 3 هزار ڪاپيون ڇپيون ويون. مارڪيٽ ۾ پهچڻ شرط ڪتاب جون اهي سڀ ڪاپيون هٿو هٿ کپي ويون. زندگيءَ کان بيزاريءَ جو اڃان ٻيو ڪهڙو دليل ٿي سگهي ٿو؟.

منهنجا عزيز و دوستو! اسان پنهنجي ظاهر کي تہ سينگاريون ٿا، ٻين جي آڏو، ٻين کان داد حاصل ڪيون ٿا، ليڪن اسان پنهنجي باطن مٿان نگاهہ نٿا ڪيون. اسان جو باطن بيمار ۽ پريشان آهي، اسان جي باطن کي اطمينان نہ آهي، اسان پنهنجي ظاهر جي اطمينان جا اسباب تہ ڳولهي لڌا، ليڪن اسان کي باطن بہ آهي، اسان پنهنجي قلب تي بہ نگاهہ وجهون، ان جي غذا ۽ خوراڪ هٿ ڪريون تہ اسان جي قلب کي ابدي اطمينان حاصل ٿيندو.

### سڪون ۽ سلامتي:

هاڻي اسان جي قلب جي اصلاح ڪيئن ٿئي، هي حيواني وصفون اسان مان ڪيئن نڪرن. اسان جي دل ۾ خدا جي محبت ۽ معرفت پيدا ڪيئن ٿئي، ان لاءِ اوهان الله جو ذڪر ڪمايو. صالحن ۽انهن جي صحبت

اختيار ڪيو تہ اوهان جي دل مان غير جي محبت نڪري ويجي. اوهان جي دل ۾ خدا جي محبت پيدا ٿئي ۽ اوهان کي ابدي سڪون ۽ آرام حاصل ٿئي.

الله تبارڪ و تعاليٰ اسان جميع انسانن ۽ مسلمانن جي قلب ۾ پنهنجي محبت پيدا ڪري، اسان جي قلب ۾ الله تعاليٰ پنهنجي پياري حبيب ﷺ جو صحيح عشق ۽ محبت عطا فرمائي. اسان جي قلب ۾ الله تعاليٰ پنهنجي نيڪ ٻانهن، ولين، ڪاملن جي محبت ۽ انهن جي صحبت جو شوق پيدا ڪري تہ جيئن اسان جو بيقرار قلب، بي چين روح، قرار ۽ چين حاصل ڪري سگهي.



مقالو ٽيون

# صداقت صحابہ رضہ ۽ سيرت، صالحين رحہ

(عشق و محبت، ادب و اطاعت، ايثار ۽ قرباني)

## ڪاميابي جي ڪسوٽي

عزيز و دوستو! اڄ اسان جي ناڪاميءَ ۽ ڪردار جي ڪمزوريءَ جو وڏو سبب هيءَ بہ آهي جو اسان جا رهبر، رهنما ۽ پيشوا، اهڙا ماڻهو آهن، جن جو پنهنجو ڪردار صحيح نہ آهي. سندن قول ۽ فعل ۾ وڏو تضاد آهي. سندن ڪردار ۾ پختگي نہ آهي. پنهنجي عمل ۾ مخلص نہ آهن. انهن جي عمل ۾ عيب ۽ اوڻايون موجود آهن. اسان پنهنجي رهنمائن کي، جيڪي عالم آهن يا سياستدان آهن، حضور اڪرم صلي الله عليه وسلم جن جي زندگيءَ سان ڀيٽيون، جيڪو رهبر ۽ رهنما هوندو آهي. ان ۾ ڪم از ڪم ٻن ڳالهين جي موجودگي نهايت ئي ضروري آهي. هڪ تہ هو پنهنجي پوئلڳن ۾ اعليٰ اخلاق پيدا ڪري، ٻئي نمبر تي پنهنجي پوئلڳن کي ڪا وڏي ڪاميابي ڏياري. جنهن رهبر ۽ رهنما ۾ اهي ٻئي وصفون موجود آهن، اهوئي مڪمل رهبر ۽ رهنما آهي. اسان ان معيار سان حضور نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم جن جي زندگيءَ کي ڏسون. سندن ننڍپڻ، جواني ۽ رسالت واري دؤر کي ڏسون تہ اسان کي اهڙا هزارين لکين واقعا ملندا.

پاڻ جڏهن بہ صحابہ ڪرام کي سچ جو امر فرمائيندا هئا تہ پهريان پاڻ سچ ڳالهائيندا هئا. اگر صحابہ کي نماز جو امر فرمائيندا هئا تہ پهريائين پاڻ نماز جي پابندي ڪندا هئا. اگر پنهنجي صحابہ کي جهاد جو امر فرمائيندا هئا تہ سڀ کان پهريان پاڻ تلوار ڪڻندا هئا. جڏهن صحابہ کي تهجد جو امر فرمائيندا هئا تہ پاڻ سڄيون سڄيون راتيون جاڳي خدا جي عبادت ڪندا هئا.

اسان حضور اڪرم صلي الله عليه وسلم جن جي زندگيءَ جو مطالعو ڪيون. هي قبيلا جيڪي هڪ ٻئي سان سالن تائين جنگيون لڙندا رهيا. حضور اڪرم صلي الله عليه وسلم جن جي صحبت ۾ اچڻ سان، نسبت ڳنڍڻ سان، انهن جون اهي سڀ دشمنيون ۽ عداوتون ختم ٿي ويون. هو هڪٻئي

جا پڪا سچا دوست ۽ يار بنجي ويا. اهي ماڻهو جيڪي پنهنجي زندگيءَ ۾ سخت ناڪام رهيا، معاشره اندر نهايت ئي ڪريل هئا. حضور اڪرم صلي الله عليه وسلم جن انهن ۾ اها صلاحيت پيدا ڪئي. اهو جوهر پيدا ڪيو، جو اڄ بہ انهن جي عزت، عظمت، سچائي، اخلاص ۽ ايثار کي پوري دنيا مڃي ٿي.

## سچي سردار جا ساٿي:

عزيز و دوستو! خلفاء راشدين جي زماني کي ياد ڪريو. هڪ هڪ اصحابيءَ جي زندگي کي ڏسو! اوهان کي اهي ڪڏهن بہ غلط راه تي هلندي نظر نہ ايندا. ڪڏهن بہ ڪوڙ ڳالهائيندي نظر نہ ايندا. ڪڏهن بہ ظلم ۽ حق غضب ڪندي نظر نہ ايندا.

اوهان صحابہ ڪرام جي زندگيءَ کي ڏسو! ڪڏهن ۽ ڪنهن بہ جڳهہ تي ڪو اهڙو عيب مسلسل نظر نہ ايندو، جنهن کي اوهان انسانيت يا هڪ مسلمان واسطي ناقابل تصور سمجهو. اگر انهن کان غلطيون ٿيون تہ هو تائب ٿيا، اگر انهن کان ڪي گناه ٿيا تہ انهن استغفار ڪيو. پنهنجو پاڻ کي سنيالي وڙتو ۽ وري سڌي راهہ کي اختيار ڪيو. خدا جي طرف وِڪ وڌائيندا رهيا ۽ انهن پنهنجي غلطيءَ جي اقرار کان ڪڏهن بہ ڪين ڪيٻايو.

عزيز و دوستو! اڄ اسان ۽ اسان جي رهبرن ۽ رهنمائن جو حال ڇا آهي؟ اگر اسان کان ڪا غلطي ٿي وئي، تہ ان کي تسليم ڪرڻ لاءِ تيار نہ آهيون، ڪو گناهہ ٿي وڃي تہ ان کي لڪايون ٿا. توبہ نٿا ڪريون بلڪہ ان جي مٿان هميشگي ڪيون ٿا ۽ ان گناهہ کي پنهنجي وجود مان ڪڏهن بہ ڪڍڻ جي ڪوشش نٿا ڪيون. پوءِ ڪيئن اسان ڪاميابيءَ ۽ ڪامراني حاصل ڪري سگهنداسون؟.

## حضرت صديق اڪبر رضي الله عنه:

پاڻ تاجر هيا. معزز هيا. پهريان کان ئي پاڻ جمندي ڄام هيا. مخلوق خداوندي سندن ادب احترام ڪندي هئي ۽ عزت جي نگاهہ سان ڏسندي هئي. ليڪن حضور نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم جن جي صحبت ۾ اچڻ کان پوءِ ان جي عزت ۾ اڃان بہ زياده اضافو آيو. ايتري تائين جو الله تبارڪ و تعاليٰ جي طرفان حضور نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم جن کي هي

پيغام مليو تہ اي منهنجا محبوب! تون پنهنجي يار غار صديق اڪبر رضي الله عنه کان پڇ، آءُ ان کان راضي آهيان. ڇا! ابوبڪر رضي الله عنہ بہ مون کان راضي آهي؟ الله تعاليٰ جي ذات طرفان هڪ ٻانهي جي رضا طلبي ڪئي وڃي. اهو ان جي لاءِ ڪيڏو نہ اعزاز آهي. اهو ڇو ٿيو جو انهن جي نسبت هڪ ڪامل مڪمل رهنما سان هئي. ان جا پوئلڳ هيا. انهن جو اخلاق ۽ ڪردار اسان ڏسون ٿا تہ عقل دنگ رهجي وڃي ٿو. اهڙا مثال دنيا پيش ڪري نٿي سگهي.

### حضرت فاروق اعظم رضي الله عنه:

سندن زندگيءَ کي ڏسو! پهريان سندن ڇا ڪردار هيو؟ هڪ قاتل ۽ ظالم وارو ڪردار. هڪ اهڙي انسان وارو ڪردار، جنهن کان نفرت ڪئي پئي وڃي. ليڪن حضور نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم جن جي صحبت ۾ اچن ٿا. سندن سان نسبت قائم ڪن ٿا. انهن سان سچي محبت لڳائين ٿا تہ انهن جو اخلاق ۽ ڪردار ايڏو تہ بلند ٿي وڃي ٿو جو الله تعاليٰ انهن جي قول جي تائيد فرمائي ٿو. اهڙن موقعن تي جڏهن صحابہ ڪرام جو رايو، حضرت فاروقِ اعظم رضي الله عنہ جي مخالف آهي. الله تعاليٰ جي طرفان امير عمر رضي الله عنہ جي تائيد پئي ٿئي. الله جي طرفان ڪنهن هڪ بندي جي لاءِ تائيد ڪئي وڃي تہ ان جو ڇا شان هوندو؟.

### حضرت عثمان غني رضہ:

پاڻ دنيادار هئڻ سان گڏ انتها سخي، حيادار ۽ شريف نفس انسان هيا. ڪفر جي زماني ۾ پاڻ ڪڏهن بہ شراب جي ويجهو نہ ويا ۽ غسل خاني ۾ بہ عام انسانن وانگر اگهاڙو ٿي غسل نہ ڪيائون. اسلام آڻڻ وقت بہ ڪين پنهنجي چاچي کان تڪليفون ۽ اذيتون ملنديون رهيون. پاڻ نهايت صبر ۽ شڪر جو مظاهرو فرمايائون. حضور اڪرم ﷺ جن سندن مثالي شرافت ۽ دينداريءَ کي ڏسي ڪري پنهنجون بہ صاحبزاديون هڪبئي پٺيان حضرت عثمان غني رضہ جي نڪاح ۾ ڏنيون.

جڏهن حضور اڪرم ﷺ جي صاحبزادي ۽ حضرت عثمان غني رضہ جي گهرواري حضرت بيبي رقيہ رضہ جو وصال ٿيو تہ هڪ ڏينهن حضور اڪرم ﷺ جن حضرت عثمان غني رضہ کي فرمايو تہ الله جي طرفان حضرت

جبرئيل عليه السلام مون ڏانهن هيءَ خبر کڻي آيو آهي تہ الله تعاليٰ، حضرت عثمان رضہ جو نڪاح حضرت بيبي ام ڪلثوم رضہ سان منظور فرمايو آهي. پوءِ پاڻ هن نموني نڪاح پڙهيائون تہ آءُ ام ڪلثوم رضہ بنت محمد صلي الله عليہ وسلم جو نڪاح الله جي حڪم سان حضرت عثمان بن عفان سان ڪيان ٿو. حضور اڪرم ﷺ جن جي ٻن صاحبزادين جي نسبت ڪري ئي ڪين ذوالنورين لقب سان سڏيو ويندو آهي.

حضرت عثمان غني رضہ کي هيءَ پاڪيزه ۽ اعليٰ نسبت ۽ مهرباني ڪيئن حاصل ٿي؟ پاڻ هر موڙ ۽ مشڪل وقت ۾ ايثار ۽ قربانيءَ جو مظاهرو ڪري ڏيکاريائون.

هڪ ڀيري حضرت عثمان غني رضہ کي معلوم ٿيو تہ حضور اڪرم ﷺ جن جي گهر ۾ چئن ڏينهن کان فاقہ آهي. پاڻ ڪڻڪ، اٽو ۽ کارڪن جا ڪافي ٻورا، هڪ پوري ٻڪر جو گوشت ۽ ٽي سئو روپيہ، ان کانسواءِ ان ڏينهن لاءِ پڪل گوشت ۽ ڪافي مانيون محبوبن جي مڙني حرم پاڪن ڏانهن ڏياري موڪليائون. پاڻ سڳورن ﷺ جن کي جڏهن اها خبر پئي تہ بيحد خوش ٿيا ۽ دعا گهريائون تہ ياالله! آءُ عثمان رضہ کان راضي آهيان ۽ تون بہ عثمان رضہ تي راضي رهہ.

مديني شريف اندر مٺي پاڻيءَ جو فقط هڪڙو ئي کوهہ هيو. ان تي بہ يهوديءَ جو قبضو هيو. مسلمان ويچارا مٺي پاڻيءَ لاءِ سخت پريشان هُيا. ڪين هن کوهہ جو پاڻي ڏاڍو مهانگو پلئہ پوندو هيو. حضرت عثمان غني رضہ ڳري قيمت ادا ڪندي، اهو کوهہ يهوديءَ کان خريد ڪري محبوبن جي حوالي ڪندي، مسلمانن لاءِ وقف ڪري ڇڏيو.

جڏهن مسجد نبويءَ جي جڳهہ تنگ محسوس ٿيڻ لڳي تہ حضرت عثمان غني رضہ پنجويهہ هزار روپين ۾ مسجد جي پاسي وارو پلاٽ خريد ڪري محبوبن جي حوالي ڪري ڇڏيو تہ جيئن مسجد شريف ڪشادي ٿئي ۽ مسلمان نهايت آسانيءَ سان نماز پڙهي سگهن.

### حضرت علي ڪرم الله وجهہ رضي الله عنه:

مسلمان ان شخص جو نالو آهي، جنهن جو ڪردار سهڻو هجي، بلند بالا ۽ افضل اعليٰ هجي، جنهن سان ملائڪ خود رشڪ ڪن. هڪ واقعو ياد

پيو اچي جيڪو حضور اڪرم صلي الله عليه وسلم جن جي پياري سوٽ ۽ نياٽي سيدنا حضرت علي رضي الله عنه جي باري ۾ آهي تہ جڏهن پاڻ سڳورن صلي الله عليه وسلم جن هجرت ڪئي هئي تہ حضرت علي رضي الله عنہ کي پنهنجي بستري تي سمهاري، سيئي امانتون انهن جي حوالي ڪيائون. حالانڪہ ان وقت اهو خطرو هيو تہ جيڪو حضور اڪرم صلي الله عليه وسلم جن جي بستري تي سمهندو، چوڌاري ڪفارن جو پهرو ۽ گهيرو آهي يقيناً جڏهن هو اندر گهڙي ايندا تہ بستري واري کي قتل ڪيو ويندو. حضرت علي رضي الله عنہ جي مٿان اسان هزار ڀيرا قربان وڃون. پاڻ ان ڳالهہ کي نہ ڏٺائون تہ منهنجي زندگيءَ کي خطرو آهي بلڪہ پاڻ ائين سوچيائون تہ حضور اڪرم صلي الله عليه وسلم جن سلامت رهن. حضرت علي رضي الله عنہ وڏي سُڪون ۽ آرام سان سمهي ٿو رهي. اهو لقاءُ الله تعاليٰ عرشِ عظيم تي ڏٺو ۽ مقرب ملائڪن حضرت جبرئيل عليه السلام ۽ حضرت ميڪائيل عليه السلام کي سڏيو ۽ پاڻ ۾ ڪين هڪ ٻئي جو ڀاءُ بنايو. الله تعاليٰ ملائڪن کي فرمايو تہ آءٌ چاهيان ٿو تہ اوهان جي عمرن ۾ اضافو ڪيان ليڪن هڪڙي جي عمر ۾ اضافو ٿيندو. پاڻ ۾ فيصلو ڪيو تہ ڪنهن جي عمر ۾ اضافو ڪيان. وڏي آزمائش هئي. پاڻ ۾ صلاح مشورو ڪيائون پر انهن جي پاڻ ۾ صلاح نہ بيٺي. حضرت جبرئيل چوي تہ منهنجي عمر وڏي ۽ حضرت ميڪائيل چوي تہ منهنجي عمر وڏي. الله جي بارگاهہ ۾ ويا ۽ چيائون تہ سائين! اسان جو معاملو نٿو نهي. الله تعاليٰ فرمايو تہ مون اوهان کي هڪ ٻئي جو ڀاءُ بنايو آهي، هتي اوهان پاڻ ۾ نٿا نهو. هيٺ ڏسو! حضرت علي رضي الله عنہ جيڪو پنهنجي ڀاءُ جي مٿان پاڻ کي قربان ڪيو آهي ۽ حضور اڪرم صلي الله عليه وسلم جن جي بستري تي ستل آهي. اي جبرئيل، ميڪائيل! اوهان هيٺ لهي وڃو ۽ وڃي حضرت علي رضي الله عنہ جي حفاظت ڪيو تہ جيئن دشمن کان محفوظ رهي ۽ ڪيس ڪنهن بہ قسم جو ايذاءُ يا ڪا تڪليف نہ پهچي. روايت ۾ اچي ٿو تہ سيرانديءَ کان حضرت جبرئيل بيهي ٿو ۽ پيرانديءَ کان حضرت ميڪائيل بيهي ٿو ۽ هڪٻئي کي چون ٿا تہ ادا خاموش رهجانءِ ۽ نہ ڳالهائجانءِ. هيءُ اهو شخص آهي، جنهن جي مٿان الله تعاليٰ ملائڪن جي درميان فخر پيو ڪري.

هيءُ انسان جي عزت ۽ اعليٰ مقام آهي، اها عزت ۽ مقام ڪيئن

مليو؟ ايثار ۽ قربانيءَ جي ڪري مليو، جيڪو ايثار ۽ قرباني اڄ اسان ۾ موجود نہ آهي. اهو ايثار ۽ قرباني اسان کي ڪٿان ملندي؟ اهو ايثار حضور اڪرم صلي الله عليہ وسلم جن جي اخلاق ۽ ڪردار مان ملندو جيڪي صحابي ۽ صحبت يافتہ هيا انهن جي اهڙي تہ سهڻي تعليم ۽ تربيت ڪيائون جو رهندي دنيا تائين انهن جو مثال روشن آهي ۽ سندن نالو هميشہ لاءِ زنده رهندو.

### حضرت ثوبان رضي الله عنہ:

هيءَ حضور اڪرم صلي الله عليہ وسلم جن جو غلام آهي، محبوبن سان بي پناهہ محبت ڪندو هيو. هڪ دفعي حضور اڪرم صلي الله عليہ وسلم جن جي خدمت ۾ آيو، نهايت ئي پريشان ۽ مغموم هيو. پاڻ فرمايائون تہ اي ثوبان! ڇا تون بيمار آهين؟ عرض ڪيائين تہ سائين نہ، بيمار نہ آهيان. پاڻ فرمايائون تہ پوءِ ڇو پيلو ٿي ويو آهين؟ روئندي رڙندي عرض ڪيائين تہ قبلا! منهنجي اوهان سان بي پناهہ محبت آهي، جڏهن آءٌ گهر ويندو آهيان تہ منهنجي مٿان وحشت طاري ٿي ويندي آهي. قرار ۽ سُڪون نہ ايندو آهي. پريشاني پيدا ٿي ويندي آهي. صبح جو اٿي وضوءَ ڪري مسجد ۾ ايندو آهيان ۽ اوهان جي چهري انور کي ڏسندو آهيان تہ مون کي قرار محسوس ٿيندو آهي. يا رسول الله صلي الله عليہ وسلم آءٌ سوچيان پيو تہ مون کي اوهان سان بي پناهہ محبت آهي، هڪ ڏينهن آءٌ مريويندس، مرڻ کان پوءِ قيامت جي ڏينهن اوهان بہ هوندو پر اوهان تہ نبين سان گڏ اعليٰ درجي ۽ مٿاهين مقام تي هوندا.آءٌ هڪ ادنيٰ امتي هيٺ هوندس ۽ اتي مون کي اوهان جو ديدار نہ ٿيندو، پوءِ منهنجي لاءِ اها جنت ۽ آخرت ڪهڙي ڪم جي؟ اها جدائي مون کي روئاري رهي آهي. هن جي عجيب سوال تي حضور اڪرم صلي الله عليہ وسلم جن حيران ٿي ويا. پاڻ اڃان هن کي جواب ئي نہ ڏنائون تہ الله تعاليٰ جي طرفان هيءَ آيت نازل ٿي (ومن يطع الله والرسول فاولائک من الذين انعم الله عليهم من النبين والصديقين والشهداء والصالحين) پوءِ اهي ماڻهو انهن سان گڏ آهن جن جي مٿان الله تعاليٰ انعام ڪيو آهي. اهي نبي، صديق، شهيد ۽ صالح ٻانها آهن. اي حضور اڪرم صلي الله عليہ وسلم جن جا امتيو! اوهان کو بہ فڪر نہ ڪيو تہ قيامت جي ڏينهن اوهان الله جي پيغمبر کان ڌار هوندو. اوهان بہ ڀاڳيو ڪيو. الله جي تابعداري ۽ ان جي رسول جي

تابعداري مڪمل ڪيو تہ قيامت جي ڏينهن اوهان حضور اڪرم صلي الله عليه وسلم جن سان گڏ هوندو. اوهان لاءِ جدائي ڪانہ هوندي، اوهان نبين، صديقين، شهيدن ۽ صالحن سان گڏ هوندو.

حضور اڪرم صلي الله عليه وسلم جن جي تابعداري ۽ اتباع ڇا آهي؟ جيئن پاڻ سڳورا ﷺ ظلم جي بدلي ۾ ظلم نہ ڪندا هئا. بلڪ احسان ۽ ڀلائي ڪندا هئا. اهڙيءَ طرح اسان بہ انهن وانگر ظلم جي بدلي ۾ احسان ۽ ڀلائي ڪريون. جيئن پاڻ انسانيت سان پيار ڪندا هئا. اسان بہ انسانيت سان پيار ڪريون. جيئن پاڻ الله تعاليٰ جي هر فرمان کي هٿي ڪان مٿاهون سمجهندا هئا. اهڙي طرح اسان بہ هر ڳالهہ کي الله جي فرمان ڪان مٿاهون سمجهون.

**حضرت سعد بن ابي وقاص رضہ:**

الله تعاليٰ فرمائي ٿو (واتبع سبيل من اناب الي) ان شخص وارو رستو اختيار ڪر. ان شخص واري رستي کي وٺ. جنهن جو رجوع مون الله جي طرف آهي. ان مان مراد ڪهڙا فرد آهن؟ ان مان مراد الله جا انبياء عليهم السلام آهن. خصوصاً آنحضرت صلي الله عليه وسلم جن جي ذات والاصفات آهي. صحابہ ڪرام رضوان الله عليهم اجمعين مراد آهن. ڪامل مومن، جيڪي صحيح معنيٰ ۾ الله تبارڪ و تعاليٰ جي رضا جا طالب آهن. علم جا حامل ۽ صاحبِ تقويٰ آهن. انهن شخصن جي اتباع واسطي الله تعاليٰ اسان ۽ اوهان کي امر فرمايو آهي.

حضور اڪرم صلي الله عليه وسلم جن جو نهايت ئي قريب رشتيدار حضرت سعد بن ابي وقاص رضہ جيڪي جليل القدر صحابي آهن. اهي شان وارا صحابي، جنهن جي سپہ سالاريءَ ۾، سيدنا فاروق اعظم رضہ جي دور خلافت ۾ ايران تائين پهتا. جنهن جي هوشياري، جنهن جي قرباني، جنهن جي اخلاص جي ڪري، ايران وارا ماڻهو جيڪي آتش پرست هئا. باهہ جا پوڄاري هئا. اهي مسلمان بنيا. انهن جڏهن ايمان آندو. الله تعاليٰ جي توحيد جو اقرار ڪيو، بت ۽ جيڪي هٿ ٺوڪيا الهہ هيا. انهن جو انڪار ڪيو. حضور اڪرم صلي الله عليه وسلم جن جي رسالت جو اقرار ڪيو. سندن ظاهري باطني قرب کي حاصل ڪيو. انهن جي ماءُ جيڪا مشرڪہ هئي ناراض ٿي پيئي، تہ تون منهنجو پٽ ٿي ڪري، منهنجي اجازت کان سواءِ حضور اڪرم

صلي الله عليہ وسلم جي صحابہ ڪرام ۾ شامل ٿيو آهين. پنهنجي آبائي اجدائي مذهب کي ڇڏي ڪري، تو مون کي لڄايو آهي، منهنجي هاڻي اها حيثيت نہ رهي آهي جو آءُ پنهنجي برادري ۾ مُنهن ڪڍي سگهان. اي سعد! ياد رک، جيسيتائين تون پنهنجي پراڻي مذهب تي موٽي نہ ايندين، تيسيتائين مان قسم ٿي کڻان پنهنجي الهن جو تہ نہ آءُ کائيندس نہ وري پيئندس. اهو قسم حضرت سعدرضہ جي والده هن ڳالهہ جي مٿان کنيو تہ سعد پنهنجي هن سچي مذهب اسلام کي ڇڏي ڪري پنهنجي آبائي اجدائي الهن جي عبادت شروع ڪري ڏئي. شرڪ کي اختيار ڪري ۽ اسلام کي ڇڏي ڏئي. تفسير لکن ٿا تہ برابر ٽن ڏينهن تائين ان عورت نہ ڪاڌو ڪاڌو، نہ پيتو. آخرڪار ان جا رشتيدار حضرت سعد رضہ وٽ آيا. پاڻ خاموش رهيا. آخرڪار ان جا رشتيدار عورت جي مٿان رحم کائي، ان جي وات کي زبردستي ڪاٺين سان کولي، چند قطرا پاڻيءَ جا وجهن ٿا پر عورت انهن کي بہ قبول نہ ٿي ڪري. سعد منهنجو چيو مڃي ۽ اسلام کي ڇڏي، پنهنجي آبائي اجدائي مذهب کي اختيار ڪري.

حضرت سعد بن ابي وقاص رضہ پنهنجي زبان مبارڪ کولي، هڪڙا تاريخي الفاظ بيان ڪيا، جيڪي اڄ اسان علماء ڪرام ۽ جميع عوام الناس واسطي مثالي حيثيت رکن ٿا. حضرت سعد رضہ چيا فرمايو تہ اي منهنجا پيارا رشتيدارو! هيءَ منهنجي ماءُ چاهي ٿي تہ آءُ اسلام کي ڇڏي ڪري پنهنجي آبائي اجدائي ڪوڙي مذهب تي موٽي اچان. ياد رکو! اگر هيءَ نہ ڪائي نہ پيئي، مري وڃي، هڪ پيرو ڇا، پر ستر پيرا زنده ٿي مري وڃي تڏهن بہ آءُ اسلام کي ڇڏڻ لاءِ تيار نہ آهيان. جيسيتائين منهنجي جسم ۾ جان آهي، جيستائين مون کي هي زندگي الله تعاليٰ ڏني آهي، پنهنجي زندگيءَ جا اهي لمحہ، اهي ڏينهن، حضور اڪرم صلي الله عليہ وسلم جن جي قربت ۽ سندن اتباع ۾ گذارڻ چاهيان ٿو. الله تعاليٰ فرمائي ٿو تہ منهنجي پياري محبوب جي جان نثار صحابي حضرت سعد بن ابي وقاص رضہ وانگر اوهان کي بہ انهن جو اتباع ڪرڻ گهرجي جن جو توجهہ، جن جو رجوع، جن جو رخ، جن جو چهرو الله جي طرف آهي. انهن جو اوهان کي اتباع ڪرڻ گهرجي.

### حضرت سعيد بن عامر رضہ:

حضرت فاروق اعظم رضہ جي دؤر خلافت ۾ حضرت سعيد بن عامر

رضہ کي فوج جي سپہسالاريءَ لاءِ چونڊيو ويو. پاڻ جنگ يرموک ۾ سرفروشي ۽ جانبازيءَ جو ڪمال مظاهرو ڪري ڏيکاريو. ڪجھہ وقت ڪانپوءِ حمص جو امير حضرت عباس رضہ وصال ڪري ويو. حضرت عمر رضہ، حضرت سعيد رضہ کي ان جي جاءِ تي گورنر مقرر ڪرڻ تي گهريو پر حضرت سعيد رضہ ان ذميواري قبول ڪرڻ کان ڪيباءُ ۽ چيو تہ يا امير المؤمنين! اوهان مون کي هن فتني ۾ نہ وجهو. حضرت فاروق اعظم رضہ سندس ڳالهہ نہ مڃي ۽ فرمايائون تہ اوهان ماڻهن خلافت جو بار منهنجي گردن تي رکيو آهي ۽ پاڻ ذميواريءَ کان لهرايو ٿا. خدا جو قسم! آءٌ توکي ڪنهن بہ قيمت تي ڇڏي نٿو سگهان. حضرت سعيد رضہ، حضرت فاروق اعظم رضہ جي انهيءَ ڳالهہ کي رد ڪري نہ سگهيا ۽ پاڻ حمص جا گورنر ٿيا. پاڻ پنهنجي پگهار مان چند درهم کائڻ پيئڻ تي صرف ڪندا هئا ۽ ٻي سموري رقم خدا جي راهہ ۾ غريبن کي خيرات ڏئي ڇڏيندا هئا. جڏهن بيبي صاحبہ باقي رقم بابت پڇندي هئي تہ ٻي رقم ڪاڏي ويئي؟ پاڻ فرمائيندا هئا تہ اها رقم قرض ڏيئي ڇڏي اٿم. قرض مان مراد خدا جي راهہ ۾ خرچ ڪرڻ هئي ڇو تہ قرآن ڪريم اهڙي خرچ ڪرڻ کي قرضہ حسنہ جي نالي سان سڏيو آهي.

هڪ ڀيري ڪجھہ ماڻهو وفد جي صورت ۾ حضرت سعيد رضہ وٽ پهتا ۽ عرض ڪيائون تہ اسان اوهان کي هميشه نادار ۽ مفلس ڏسون ٿا، آخر اوهان تي بہ پنهنجي خاندان جو حق آهي يا نہ؟ پاڻ فرمايائون تہ هيءَ منهنجي وس جي ڳالهہ نہ آهي، مون کي تہ مسڪيني شاهوڪاريءَ کان بہ زياده پسند آهي ڇو تہ منهنجي آقا و مولا حضور اڪرم صلي الله عليه وسلم جن فرمايو آهي تہ "مسڪين مومن ٻين مومنن کان ستر سال پهريان جنت ۾ داخل ٿيندو".

حضرت فاروق اعظم رضہ جڏهن حمص پهتا تہ پاڻ اتي جي معزز شخصيتن کي فرمايائون تہ مسڪينن جي هڪ لسٽ تيار ڪري ڏيو تان تہ انهن جي گذر اوقات جو انتظام ڪيو وڃي. جڏهن لسٽ تيار ٿي تہ شروع ۾ حضرت سعيد بن عامر رضہ جو نالو لکيل هيو. پاڻ پڇيائون تہ سعيد بن عامر ڪهڙو؟ ماڻهن ٻڌايو تہ سائين! اسان جو گورنر. امير المؤمنين حيران ٿي پڇيو تہ پنهنجي پگهار ڪاڏي ڪندو آهي؟ عرض ڪيائون تہ سائين!

انهيءَ رقم کي حاجتمندن تي خرچ ڪندو آهي. هيءُ ٻڌي فاروق اعظم رضہ جون اکيون پاڻيءَ سان ڀرجي آيون. پوءِ پنهنجي خط سان گڏ هڪ هزار دينار ڪيس ڏياري موڪليائون ۽ فرمايائون تہ هيءَ رقم پنهنجي ضرورتن تي خرچ ڪندا. جڏهن قاصد هيءَ رقم حضرت سعيد رضہ کي ڏني تہ بي اختيار سندن زبان مان  هي لفظ نڪتا "اناالله وانااليه راجعون". بيبي صاحبہ ڊوڙندي آئي ۽ عرض ڪيائين تہ سائين! خير تہ آهي؟ ڇا! امير المؤمنين وفات ڪري ويا؟ فرمايائون تہ نہ، ان کان بہ وڏو واقعو آهي. بيبي صاحبہ چيو تہ سائين! ڇا قيامت جي نشاني تہ ڏني نہ ويئي آهي؟ فرمايائون تہ نہ هن کان بہ وڏو واقعو پيش آيو آهي، بيبي صاحبہ چيو تہ سائين آخر ڪجهہ تہ ٻڌايو. معاملو ڪهڙو آهي؟ فرمايائون تہ هي ڏس! دنيا فتني کي وٺي منهنجي گهر ۾ داخل ٿي آهي. بيبي صاحبہ چيو تہ اوهان پريشان ڇو ٿا ٿيو. هن جي تدارڪ جي ڪا تجويز سوچيو. حضرت سعيد رضہ اها سموري رقم هڪ توبري ۾ وجهي ڇڏي ۽ پاڻ نماز ۾ مشغول ٿي ويا ۽ ساري رات عبادت ۾ گذاريائون. صبح جو جڏهن اسلامي فوج سندن گهر جي سامهون گذري تہ پاڻ اها سموري رقم مجاهدن ۾ تقسيم ڪري ڇڏيائون.

هڪ ٻئي موقعي تي حضرت فاروق اعظم رضہ هڪ هزار دينار حضرت سعيد رضہ ڏانهن ڏياري موڪليا تہ هيءَ رقم پنهنجي ذاتي ضرورتن تي صرف ڪندا. بيبي صاحبہ عرض ڪيو تہ قبلہ! اسان وٽ ڪو خادم ڪونهي. بهتر ائين آهي تہ هن پئسن مان ڪو غلام ڪٺي خريد ڪجي. فرمايائون تہ ڇا! هن کان وڌيڪ هي ڇگو نہ آهي تہ هيءَ رقم اهڙن ماڻهن ۾ تقسيم ڪئي وڃي جو اسان کان بہ زياده محتاج ۽ نادار آهن. بيبي صاحبہ راضي ٿي ويئي. پاڻ سموري رقم بيوه عورتن، يتيمن، بيمارن ۽ مسڪينن ۾ تقسيم ڪري ڇڏيائون.

هڪ ڀيري حمص وارن حضرت فاروق اعظم رضہ جي درٻار ۾ حضرت سعيد رضہ جي خلاف شڪايتن جو تفصيل هن طرح پيش ڪيو:

١. جيستائين ڪافي ڏينهن نٿو چڙهي، تيستائين پاڻ گهر کان ٻاهر نٿا نڪرن.

٢. رات جو ڪو سڏ ٿو ڪري تہ پاڻ ان جو جواب نٿا ڏين.

٣. هفتي ۾ هڪ ڏينهن گهر ۾ رهن ٿا. بلڪل ٻاهر نٿا نڪرن.

۴. وقتا فوقتا کين جنون جو دورو پوي ٿو.

حضرت فاروق اعظم رضہ تحقيق لاءِ حضرت سعيد رضہ کي مديني پاڪ گهرايو. حضرت سعيد رضہ مديني پاڪ هن حالت ۾ پهتا جو جان تي چتين لڳل ڪپڙا هئا. هڪ هٿ ۾ لٺ ۽ ٻئي هٿ ۾ کائڻ لاءِ پيالو هيو. امير المؤمنين پڇيو تہ بس. تو وٽ هيءُ ئي سامان آهي؟ عرض ڪيائين تہ هن کان وڌيڪ ٻي ڪنهن شيءِ جي ضرورت نہ آهي. لٺ تي سفر جو سامان لٽڪائيندو آهيان ۽ پيالي ۾ کائيندو پيئندو آهيان. حضرت فاروق اعظم رضہ گهڻو متاثر ٿيا ۽ دل ۾ دعا گهريائون تہ يا الله! سعيد جي باري ۾ منهنجي نيڪ گمان کي غلط ثابت نہ ڪر. جڏهن ڪائنس شڪايتن بابت پڇيو ويو تہ پاڻ فرمايائون تہ خدا جو قسم! آءٌ هنن ڳالهين کي بيان ڪرڻ پسند نٿو ڪريان ۽ جڏهن اوهان پڇو ٿا تہ اوهان کان لڪائڻ بہ مناسب نٿو سمجهان. روز صبح جو دير سان انهيءَ ڪري نڪرندو آهيان جو مون وٽ ڪو خادم ڪونهي. پنهنجي گهرواريءَ سان گڏ گهر جو ڪم ڪار ڪندو آهيان. بيبي صاحبہ ٻيو ڪم ڪار ڪندي آهي تہ آءٌ اٽو ڳوهي، ماني پچائيندو آهيان ۽ بعد ۾ ماڻهن جي خدمت لاءِ ٻاهر نڪرندو آهيان. رات جو انهيءَ ڪري جواب نہ ڏيندو آهيان جو سڄو ڏينهن خدا جي مخلوق جي خدمت ۾ گذري ويندو آهي ۽ پنهنجي رب جي حضور ۾ اطمينان سان حاضري ڏيڻ جو موقعو نہ ملندو آهي، انهيءَ ڪري رات جو وقت مون الله جي عبادت واسطي وقف ڪري ڇڏيو آهي. هفتي ۾ هڪ ڏينهن ٻاهر انهيءَ لاءِ نہ نڪرندو آهيان جو مون وٽ ڪپڙن جو رڳو هڪ جوڙو آهي، جڏهن ميرو ٿيندو آهي تہ ان کي ڌوئي پائيندو آهيان. هفتي ۾ هڪ ڀيرو ڪپڙا ڌوئڻا پوندا آهن. جڏهن اهي سڪندا آهن تہ انهن کي پائي ٻاهر نڪرندو آهيان. ان وقت ڏينهن جو ڪافي حصو گذري ويندو آهي، انهيءَ ڪري هفتي ۾ هڪ ڏينهن گهر کان ٻاهر نہ نڪرندو آهيان. دوري متعلق عرض آهي تہ مون کي ڪا بيماري يا دورو نہ آهي ليڪن ڪڏهن ڪڏهن بيهوشي ٿيندي آهي، ان جو سبب هي آهي تہ جڏهن حضرت خبيب رضہ کي ڦاسي ڏني ويئي تہ ان وقت آءٌ بہ اتي موجود هوس. حضرت خبيب رضہ قريش ڪفار واسطي بد دعا ڪئي هئي. مون کي پنهنجي قريشي هئڻ جو احساس ۽ حضرت خبيب رضہ جو مظلومانہ طرح شهادت جو خيال ڪڏهن ڪڏهن اهڙو تہ بيهوش ڪري ڇڏيندو آهي جو آءٌ

بيچين ٿي ويندو آهيان.

حضرت فاروق اعظم رضہ جو چهرو خوشيءَ کان چمڪڻ لڳو ۽ فرمايائون تہ اي سعيد! تنهنجي باري ۾ منهنجو گمان صحيح نڪتو. هاڻي حمص وڃ ۽ وڃي خدا جي مخلوق جي خدمت ڪر. حضرت سعيد رضہ عرض ڪيو تہ يا اميرالمؤمنين! هن پيري مون کي معافي ڏني وڃي. حضرت عمر رضہ فرمايو تہ هرگز نہ. والله! توکي ضرور حمص واپس وڃڻو پوندو. تو جهڙو ڏنار ۽ غمخوار ماڻهن کي پيو ميسر ٿي نہ سگهندو. حضرت فاروق اعظم رضہ جي گهڻي اصرار تي پاڻ مجبوراً حمص روانہ ٿيا ۽ ڪجهہ وقت کان پوءِ چاليهن سالن جي عمر ۾ وصال فرمائي ويا. "انالله وانااليه راجعون".

### حضرت بلال حبشي رضہ:

سندن جي زندگيءَ کي ڏسو! هڪ غلاميءَ واري زندگي آهي. هڪ يهودي يا غير مسلم سردار جي خدمت ڪندو هيو. سندن آقا ان جي مٿان بي انتها ظلم ڪندو هو. هڪ معمولي انسان جنهن کي ڪير بہ سڃاڻيندو نہ هيو. حضور نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم جن سان ان نسبت قائم ڪئي ۽ ۽ انهن جي فرمان تي عمل ڪيائين تہ ان جو اخلاق ۽ ڪردار ايڏو تہ بلند ٿيو جو اڄ هزارين سال گذري ويا پوءِ بہ سندن نالو روشن آهي. جليل القدر صحابي کين "اسان جا سردار" ڪري سڏيندا هيا. اهو ڇا هيو؟ حضور اڪرم ﷺ جن جي اعليٰ تعليم ۽ تربيت جو اثر هيو.

### حضرت ابوذر غفاري رضہ:

سندن جي باري ۾ ايندو هيو تہ پاڻ ڌاڙا هڻندو هيو. قافلا لنگهندا هيا تہ انهن جو ڪَهَڻُ وٺي ويهندو هيو. اوچتو انهن جي مٿان حملو ڪري مال ڪسيندو هيو. هڪ وڏو ڌاڙيل هيو. ليڪن حضور اڪرم ﷺ جن جي صحبت ۾ اچڻ کان پوءِ هڪ وڏو عابد زاهد، متقي پرهيزگار انسان بڻيو جو صحابہ ڪرام ان جي تقويٰ جو مثال پيش ڪندا هئا.

### حضرت طلحہ رضہ:

تفسير قرطبي وارو روايت ڪري ٿو تہ حضرت طلحہ رضہ فرمائي ٿو تہ اسان بہ اصحابي حضور اڪرم ﷺ جن جي خدمت ۾ دانهن ڪئي وياسون تہ يا رسول الله ﷺ ٿن ڏينهن کان بُکيا آهيون، اسان کي کائڻ لاءِ ڪجهہ بہ

نہ مليو آهي. اسان پنهنجون قميصون مٿي کڻي حضور اڪرم ﷺ جن کي ڏيکاريون تہ ڏسو! اسان جي پيٽ سان هڪ پٿر ٻڌل آهي ۽ ڪمزوريءَ جي ڪري، دل کي آٿت ڏيڻ لاءِ اهو نمونو ڪيو آهي. حضور اڪرم ﷺ جن جي اکين ۾ آب اچي وڃي ٿو. پاڻ روئندي فرمائين ٿا تہ اي منهنجا اصحابيو! ڇا، اوهان ائين سمجهو ٿا تہ اوهان بُکيا هجو ۽ آءٌ ڍؤ ڪري کائيندو هوندس، نہ، ڪڏهن بہ نہ. اوهان ٽن ڏينهن کان بُکيا آهيو ليڪن منهنجو حال ڏسو! پاڻ پنهنجو پهراڻ مبارڪ مٿي ڪن ٿا. حضرت طلحہ رضہ فرمائين ٿا تہ اسان ڏٺو تہ سندن پيٽ مبارڪ سان هڪ نہ پر ٻہ پٿر ٻڌل هئا. پاڻ فرمائين پيا تہ اسان هفتي کان ڪجهہ بہ نہ کاڌو آهي.

**صحابہ جو اعليٰ ايثار:**

حضرت امير عمر رضہ کان روايت آهي تہ اهڙي تنگي واري وقت ۾ حضور اڪرم ﷺ جن جي زماني اندر هڪ اصحابيءَ کي ڪنهن ٻئي اصحابيءَ کان ٻڪريءَ جي منڊي تحفي ۾ ملي. هن سوچيو تہ آءٌ استعمال ڪيان پر منهنجو ڀيو ڀاءُ مون کان بہ وڌيڪ ضرورتمند آهي. پنهنجي پاڙيسريءَ کي چو نہ ڏيان. اهو تحفو کڻي ٻئي ڀاءُ ڏي ويو. اهڙيءَ طرح ان سوچيو تہ منهنجو ڀيو ڀاءُ مون کان بہ زياده ضرورتمند آهي. حضرت امير عمر رضہ فرمائي ٿو تہ اها ساڳي منڊي ستن گهرن مان ڦرندي، وري ان ساڳئي اصحابيءَ جي گهر پهتي جتان رواني ٿي هئي. بس ان کي چئبو آهي ايثار. اڄ اسان جو حال ڇا آهي؟ پنهنجو حق ٻئي کي ڏيون، اها تہ غير معمولي ڳالهہ آهي پر اسان تہ ان انتظار ۾ هوندا آهيون تہ ٻئي جو حق غضب ڪري وٺون. ٻئي جي دولت، پنهنجي گوڏي هيٺان ڪري رکون. اها ئي اسان جي سوچ ۽ خيال آهي.

**حضرت عمر بن عبدالعزيز رضہ:**

حضرت عمر بن عبدالعزيز رضہ جي زماني کي خلفاء راشدين جي زماني سان شمار ڪيو وڃي ٿو. ايترو تہ خائف، ذاڪر ۽ شاڪر خليفو هيو جو سندن جي زماني کي حضرت عمر رضہ جي زماني سان ڀيٽيو ويندو هو.

سندن جي هڪڙيءَ ٻانهيءَ عرض ڪيو تہ يا امير المؤمنين اڄ رات مون هڪ عجيب خواب ڏٺو آهي. پاڻ دريافت ڪيائون تہ تو ڪهڙو خواب

ڏنو آهي؟ هڪ نوڪرياڻي ۽ ٻانهيءَ جو خواب هيو ليڪن امير المؤمنين ان کي اهميت ڏني. ٻانهيءَ عرض ڪيو تہ يا امير المؤمنين! مان ڏسان ٿي تہ محشر جو ميدان آهي. قيامت قائم آهي. الله تعاليٰ عدل جي ڪرسيءَ تي جلوه افروز آهي. فيصلا ٿي رهيا آهن. مخلوق خدا اچي رهي آهي. ايتري ۾ الله تعاليٰ جي طرفان اعلان ٿئي ٿو تہ عبدالملڪ بن مروان کي حاضر ڪيو وڃي. ڏٺي وارو بادشاهہ ٿي گذريو آهي. جڏهن خدا جي بارگاهہ ۾ پيش ٿيو تہ الله تعاليٰ فرمايو تہ عبدالملڪ جا گناهہ سندس ڪنڌ تي لڏيو. گناهن جو بار هن جي ڪنڌ تي رکيو ويو. ارشاد ٿيو تہ پل صراط تان گذري. جڏهن عبدالملڪ پنهنجي گناهن جي ڳنڍڙي ڪٺي پل صراط مٿان گذريو، اڃان چند قدم مس هليو تہ ڪيس لوڏو جو آيو تہ هيٺ جهنم ۾ ڪري پيو. حضرت عمر بن عبدالعزيز رضہ اها ڳالهہ ٻڌي تہ انهن جي نهايت عجيب و غريب ڪيفيت ٿي ويئي. ڏڪندي پڇيائون تہ پلا پوءِ ڇا ٿيو؟ ان ٻانهيءَ عرض ڪيو تہ قبلا! پوءِ عبدالملڪ جي پٽ وليد کي گهرايو ويو. فرشتن کي حڪم ٿيو تہ هن جا بہ گناهہ هن جي ڪنڌ تي رکو. وليد بہ گناهن جو بار ڪٺي اڃان چند قدم مس هليو تہ ڪيس لوڏا آيا ۽ هو بہ جهنم ۾ ڪري پيو. حضرت عمر بن عبدالعزيز رضہ جي چهري تي ڏڪٽي طاري ٿي ويئي. ٻانهيءَ کان پڇيائون تہ پلا ٻڌاءِ پوءِ ڇا ٿيو؟ ٻانهيءَ عرض ڪيو تہ سائين! ان کان پوءِ سليمان کي گهرايو ويو. الله تعاليٰ فرمايو تہ سليمان بن عبدالملڪ جي سر تي بہ ان جي گناهن جو بار رکو. امر ٿيو تہ پل صراط مٿان گذري، سليمان پل صراط تان گذري نہ سگهيو ۽ هو بہ ڏڪندي ڏڪندي هيٺ ڪري پيو. حضرت عمر بن عبدالعزيز ڪنبڻ لڳو. پڇيائين تہ پوءِ ڇا ٿيو؟ عرض ڪيو ويو تہ سائين! پوءِ اوهان کي سڏيو ويو. ڳالهہ ڪرڻ واري بہ هڪ ٻانهي آهي بيو ڪو ماڻهو ڪونهي ليڪن حضرت عمر بن عبدالعزيز رضہ جي اها ڪيفيت هئي جو سندن جي چهري تي ايترو ڏک ۽ انتظار هجي جو پاڻ ڏڪندي پڇيائون تہ پوءِ ڇا ٿيو. پوءِ ڇا ٿيو؟ ان ٻانهيءَ عرض ڪيو تہ قبلا! فرمان ڪيو ويو تہ عمر بن عبدالعزيز کي حاضر ڪيو وڃي ۽ پل صراط تان گذري. ٻانهيءَ جڏهن اهي لفظ چيا تہ "اوهان پل صراط تي پير رکيو"، بس پاڻ پنهنجي اندر ان ڳالهہ ٻڌڻ جي طاقت محسوس نہ ڪئي ۽ بيهوش ٿي ڪري پيا ۽ ائين تڙپڻ لڳا جيئن ڪنهن ڪڪڙ کي سير وجهبي

آهي تہ اهو تڙپندو آهي. ٻانهيءَ رڙ ڪري چيو تہ سائين! اوهان ٻڌو تہ سهي، اوهان خير و عافيت سان پل صراط تان گذر ڪري ويو. امير المؤمنين ڪافي دير تائين بيهوش رهيا، جڏهن ڪين هوش آيو تہ اها ساڳي ڳالهہ ٻانهيءَ کان ورجائي پڇيائون.

ايڏو صالح، بي ريا، متقي، خائفِ خدا، ان جي دل ۾ بہ ڪيڏو نہ آخرت ۽ پل صراط جو ڏک ۽ غم آهي. اسان توهان کهڙي باغ جي موري آهيون، اسان اوهان جي ڇا حيثيت آهي. الله تعاليٰ جي فرمان تي اسان ڪيترو عمل ڪيو آهي. زندگيءَ کي اسان ڪيتري قدر صحيح گذاريو آهي. اي فقيرو! ان ڏينهن کي ياد ڪريو جو سيني ڏينهن کان سخت آهي. پنهنجي زندگيءَ کي سڌاريو ۽ سنواريو. خدا جو خوف ڪيو، نيڪ صالح ٿيو ۽ نماز جي پابندي ڪيو.

## سلف الصالحين جو ايثار:

هڪ الله جو نيڪ ٻانهو فرمائي ٿو تہ اسان ڪجهہ دوست گڏ هئاسون، بک بہ ڏاڍي لڳي هئي مگر ماني ايتري ٿوري هئي جو سيئي ماني کائي ڍؤ ڪري نٿي سگهيا. ان ڪري مانيءَ جا ننڍا ننڍا ڳيا ڪيائون ۽ ڏيئو وسائي ڇڏيائون. بس ماني وچ ۾ رکن ٿا ۽ چون ٿا جنهن دوست کي بک هجي، اهو ماني کائي، سڀ هٿ وڌائين ٿا. ڪافي وقت گذري ويو ڏيئو ٻاري ڏسن ٿا تہ ماني اوتري پئي آهي. هر شخص هٿ وڌائي صرف ماني کائڻ وارو نمونو اختيار ڪيو. ماني ڪنهن بہ نہ کاڌي، هر هڪ اهوئي سوچيو تہ مون کان وڌيڪ منهنجو ڀاءُ بکيو آهي. ڀلي اهو ماني کائي، اهو هو اخلاق ۽ ڪردار، سهڻي تعليم ۽ تربيت جو نتيجو.

## حضرت سهل تستري رحہ:

حضرت سهل تستري رحہ جيڪو خدا جو پيارو ولي آهي، ان جي پاڙي ۾ هڪ يهودي رهندو هو جيڪو ڪين هن نموني ايذائيندو هيو جو پنهنجي گهر جي ڀت مان هڪ سوراخ ڪيائين، جنهن مان پائخانہ گندگي، انهن جي رهڻ واري ڪمري ۾ ڪرندي هئي. پاڻ ان ڳالهہ جو ڪڏهن بہ اعتراض نہ ڪيائون بلڪ هڪ ننڍو حوض ٺهرائي ڇڏيائون جنهن ۾ هڪ ٺڪر جو ٿانوَ بہ رکي ڇڏيائون. سڄو ڏينهن ان ۾ گندگي گڏ ٿيندي رهي.

حضرت صاحب جن پاڻ پنهنجي هٿن سان اها گندگي، پائخانو ٻاهر ڦٽي ڪري ڇڏيندا هئا. ڪيترا سال اهو معمول رهيو. آخر پاڻ بيمار ٿي پيا. سمجهيائون ته هاڻي وفات قريب آهي ته پنهنجي پاڙيسري يهوديءَ کي گهرايائون. هو حيران ٿي ويو ته حضرت صاحب جن سان منهنجو ڪو تعلق، دوستي ناهي. مون کي الائي ڇو گهرايو اٿن. جڏهن اهو يهودي سندن خدمت ۾ حاضر ٿيو ته پاڻ کانئس خير و عافيت پڇڻ کان پوءِ ڪيس چيائون ته ميان! هيءَ منظر ڏس، مٿان تون سمجهين ته آءٌ ڪاوڙيل آهيان. ڪاوڙيل نه آهيان بلڪ تنهنجي ان خدمت کي آءٌ سعادت سمجهندو هوس. ليڪن افسوس! جو آءٌ هينئر چند منٽن جو مهمان آهيان، دنيا کي ڇڏي رهيو آهيان. نا معلوم منهنجا پوئنير ان تڪليف کي برداشت ڪري سگهن الائي نه. تنهنڪري توکي آءٌ چوان ٿو ته سهل تستري نه رهندو ۽ تون پنهنجو سوراخ بند ڪري ڇڏ. يهوديءَ سوچيو ته هيءُ هيڏي اعليٰ اخلاق جو حامل باعزت شخص، منهنجي پاڙي ۾ رهي ۽ آءٌ ڪفر تي رهان. اڳتي هٿ وڌائي چيائين ته سائين! مهرباني ڪري مون کي مسلمان ڪيو. اگر اسلام اهڙو سهڻو مذهب آهي، جيڪو سهڻو اخلاق سيکاري ٿو، اهڙو سهڻو ڪردار سيکاري ٿو ته آءٌ يهودي، اهڙي اسلام کان باز رهي نٿو سگهان، انهن جي ڪردار کي به ڏسو ۽ اسان پنهنجي ڪردار کي به ڏسون؟.

حضور اڪرم ﷺ جن فرمايو آهي "پاڙي واري جو رکو اهو حق نه آهي ته ان جي مٿان ظلم نه ڪجي، پر پاڙي واري جو اهو به حق آهي ته ان جي ظلم کي به برداشت ڪجي".

**راحت پري راهہ:**

منهنجا مرشد مربي اڪثر هيءَ واقعو بيان فرمائيندا هئا ته هڪڙو خدا جو نيڪ ٻانهو هيو. ان جي گهر ۾ ڪتا پيدا ٿي پيا. پنهنجي دوست سان ڳالهه ڪيائين ته دوست! منهنجي گهر ۾ ڪتا پيدا ٿيا آهن. مون کي گهڻو تنگ ڪيو اٿن. مون کي اهڙي ڪا صلاح ڏي ته جيئن آءٌ انهيءَ تڪليف کان ڇٽي پوان. اهو شخص چوڻ لڳو ته سائين چوندا آهن ته ٻلي ڏاربي آهي ته ڪتا ڀڄي ويندا آهن ۽ ڪئن کان جند ڇٽي پوندي آهي. بزرگ چوڻ لڳو ته دوست! صلاح سهڻي آهي. اگر آءٌ ٻلي ڏاريان ته ڪتا ڪاڏي ڀڄي ويندا؟

ضـرور ڪنهن پاڙي واري جي گـهـر ۾ ويندا. آءُ پاڙي وارن ڪي ايذائڻ ۽ تڪليف ڏيڻ پسند نٿو ڪيان.

### سائل ۽ سخيءَ جي سوچ:

هڪ نيڪ صالح شخص، جنهن جي مٿان ڪافي قرض هيو. خيال ڪيائين تہ گهر جي جاءِ وڪڻي قرض لاهيان. پاڙي ۾ نهايت نيڪ بزرگ شخص رهندو هيو. دل ۾ سوچيائين تہ ڇو نہ گهر ان کي وڪرو ڪري ڏيان. هيءُ شخص بزرگ وٽ آيو ۽ ڪيس سموري حقيقت کان آگاهہ ڪيائين. بزرگ پڇيس تہ اوهان ڏانهن ڪيترو قرض آهي؟ ٻڌايائين تہ هيتري رقم قرض آهي. پاڻ گهر اچي پئسا ڪڍي، ان شخص کي فرمايائون تہ دوست! هن رقم مان پنهنجو قرض ادا ڪر، باقي پنهنجو گهر نہ وڪڻو. پنهنجي ٻچڙن سان پنهنجي ئي گهر ۾ رهندا ڪريو. ڇو تہ اوهان جهڙو نيڪ صالح شخص پاڙي ۾ هجي اها الله جي وڏي رحمت ۽ برڪت آهي. بزرگ جيئن جو واپس گهر آيو تہ هڪ ڪونيءَ ۾ ڪنڌ هيٺ ڪري روئڻ لڳو. سندس گهرواريءَ ڪيس چيو تہ سائين اگر اوهان کي پئسا ايترا پيارا هيا تہ پوءِ اها رقم اوهان ان شخص کي ڇو ڏني؟ بزرگ فرمايو تہ ڳالهہ ائين نہ آهي، حقيقت هيءَ آهي تہ منهنجي هن پاڙي واري دوست کي ايڏي تہ ضرورت پيئي جو منهنجي دروازي تي آيو حالانڪ حق ائين هيو تہ هن جي اچڻ کان اڳ آءُ هن جي دروازي تي پهچي سندس خبر وٺان ها ۽ سندس پهچڻ کان اڳ سندس ضرورت پوري ڪيان ها. بس اها ڳالهہ مون کي روئاري رهي آهي.

### دعوت فڪر:

منهنجا دوست و عزيزو! اوهان کي هي عاجز اها دعوت ٿو ڏيئي، ڀـريائين پاڻ کي ٿو جوي تہ اڄ اسان پنهنجي ڪردار ۽ عمل جو جائزو وٺون، پنهنجي سيرت ۽ اخلاق جو جائزو وٺون تہ ڇا واقعي اسان جو ڪردار، عمل ۽ اخلاق ان مطابق آهي، جيڪو هڪ ڪامل انسان جو هئڻ گهرجي. اگر اسان ۾ ڪي ڪوتاهيون، سستيون ۽ اوڻايون موجود آهين تہ انهن جي حل واسطي ڪجهہ ڪرڻ گهرجي.

منهنجا دوستو! وقت اسان جو انتظار نہ ڪندو، وقت گذرندو رهي ٿو. ڪيترائي اسان کان وڌيڪ صلاحيت، عزت ۽ دولت وارا بہ وقت جو

مقابلو ڪري نہ سگهيا ۽ هارائي ويا. انهن جون زندگيون ۽ عمريون پوريون ٿي ويون، تن تنها وڃي قبر جي حوالي ٿيا. انهن جون صلاحيتون، وڏايون ۽ ڏاڙون سڀئي خاڪ ۾ ملي ويون. يقيناً اهو وقت اسان جي مٿان بہ اچڻ وارو آهي. اڄ اڇي يا سڀاڻي اچي.

اڄ تائين ڪو بہ دانشور، عقلمند يا سائنسدان ان وقت کي معلوم ڪري نہ سگهيو آهي، ان ڪري اسان کي انتظار ڪرڻ نہ گهرجي.

الله تعاليٰ انسان اوهان کي هڪ خطاب، هڪ عتاب فرمايو آهي. خصوصاً مؤمن کي، جيڪي الله تعاليٰ جي ذات ۾ پڪو يقين رکن ٿا، جيڪي حضور اڪرم ﷺ جن کي برحق پيغمبر مڃن ٿا، انهن کي الله تعاليٰ هي خطاب فرمايو آهي "الم يان للذين آمنو ان تخشع قلوبهم لذڪرالله" الله تعاليٰ اسان کي ڏوراپو ڏيئي فرمائي ٿو تہ اي ايمان وارو! ڇا، اوهان جي لاءِ اجان اهو وقت نہ آيو آهي جو اوهان جون دليون الله جي طرف مائل ٿي پون. اوهان جي دلين مان غفلت، سستي ۽ ڪوتاهي ختم ٿي وڃي. اوهان جي دلين ۾ منهنجي محبت پيدا ٿي پوي. ڇا! اهو وقت اجان نہ آيو آهي؟ الله تعاليٰ جي طرفان اسان کي تنبيهہ ڪئي ٿي وڃي. اسان کي هوشيار ۽ بيدار ڪيو پيو وڃي. اهو وقت هي آهي.

منهنجا دوستو! هن عاجز اوهان کي گذارش ڪئي آهي تہ پهريائين اسان کي جائزو وٺڻو آهي، سوچڻو آهي تہ اسان جو عمل ڇا آهي؟.

مـقـالـو چوٿـون

# اڻ ڳڻيا عجيب احسان

(انساني تخليق، هوا، پاڻي ۽ بارش)

**بيشمار ٻلايون:**

اسان توهان ڪڏهن پنهنجي حال جي مٿان به غور و فڪر ڪيو آهي ته هر ساعت ۽ هر لمحي ۾ الله تعاليٰ جي نعمتن جو ڪيتري انداز ۽ مقدار ۾ اسان جي مٿان نزول آهي ۽ انهن مان اسان ڪيترو فائدو ۽ فيض حاصل ڪري رهيا آهيون. اگر انهن مان ڪنهن به هڪ نعمت جي الله تعاليٰ ڪمي ڪري ڇڏي ته جيڪر اسان جي زندگي مشڪل ۽ محال بنجي وڃي. نعمتون به ايتريون بي پايان، بي حد و حساب جو انعامن جو عيوضو ۽ اجورو ته ڇا، پر انهن جو تذڪرو به ڪري نٿا سگهون، انهن جو ڳاڻاٽو به اسان جي قوت ۽ طاقت کان مٿاهون آهي. الله تعاليٰ ارشاد فرمائي ٿو ته

"جيڪي مون اوهان جي مٿان نعمتون ڪيون آهن، انهن جو عيوضو ۽ اجورو ته ڏيئي نٿا سگهو پر جيڪڏهن اوهان انهن نعمتن کي ڳڻڻ ۽ شمار ڪرڻ چاهيو ته انهن کي شمار به ڪري نٿا سگهو."

ايتري الله تعاليٰ جي عنايت، مهرباني ۽ سخا جو جيڪا شيءِ توهان اسان جي واسطي، جيتري زياده اهم، مفيد ۽ زياده ضروري هئي، الله تعاليٰ ان کي اوترو ئي سهڻو، اسان ۽ عام ڪري ڇڏيو آهي.

اي انسان! جڏهن تنهنجي مٿان تنهنجا عضوا گواهه ڏيندا، تنهنجي هٿن ۾ تنهنجا نامهءِ اعمال هوندا، تون الله تعاليٰ جي بارگاهه ۾ لاچار، بيڪس ۽ مجبور ٿيو بيٺو هوندين ۽ الله تعاليٰ توکان سوال ڪندو، ٻڌاءِ نه تو منهنجي نعمت جي ڪهڙي حق ادا ڪئي آهي. الله تعاليٰ جو ارشاد آهي "اي منهنجا ٻانها! تون منهنجي نعمتن جي ناشڪري ڪرين ٿو، بي قدري ڪرين ٿو، پوءِ آءٌ انهن نعمتن جي باري ۾ توکان ضرور سوال ڪندس." سڳئي وقت الله تعاليٰ ان ناشڪري ۽ بي قدري جي سزا به ٻڌائي ڇڏي آهي ته "اگر منهنجي نعمتن، انعامن ۽ احسانن جو شڪر ادا ڪندي ۽ قدر ڪندين ته آءٌ پنهنجي نعمتن ۽ انعامن ۾ اڃان به اضافو ڪندس. اگر ناشڪري ۽ بي قدري

ڪندين، تہ پوءِ ياد رکُ، منهنجو عذاب نهايت ئي ڏکدائڪ ۽ دردناڪ آهي".

**قدرت جي عجيب تخليق:**

جيسيتائين انسان پنهنجي اصليت ۽ حقيقت کان واقف نہ آهي تيسيتائين اهو ڪڏهن بہ پنهنجي رب ڪي سچائي نہ سگهندو. ارشاد باري تعاليٰ آهي "اي انسان! ڀلاءِ تہ سهي، آخر اها ڪهڙي شيءِ آهي، جيڪا توکي مون کان بہ زياده محبوب ۽ پسند آئي، جنهن جي محبت ۾ تو مون رب ڪريم سخي خدا کي وساري ڇڏيو. تنهنجو رب اهو آهي، جنهن توکي پيدا ڪيو، تنهنجا عضوا سنوان سڌا، هڪجهڙا ۽ برابر بنايا، جيڪا بہ صورت تنهنجي رب کي پسند آئي، ان سهڻي صورت ۾ توکي پيدا ڪيائين".

نطفي جي هڪ بي ساهہ بوند مان هيءُ جيئرو جاڳندو انسان ڪيئن وجود ۾ آيو؟ عملي تحقيقات ۽ سائنس جي وڏندڙ تجربن جي باوجود، سائنسدان اڄ تائين ڪنهن بي ساهہ مادي مان ساهہ واري شيءِ جو وجود آڻي نہ سگهيا آهن. انهيءَ ۾ ڪو شڪ نہ آهي تہ نطفو زندگيءَ جو جوهر نہ آهي پر آهي زندگيءَ کان خالي. پوءِ جيڪا شيءِ پاڻ حياتيءَ کان خالي هجي تہ اها هڪ صاحبِ حيات جي موجد ڪيئن ٿي سگهي ٿي؟.

هاڻي انسان جي تخليق ڏانهن ذرا غور ڪريو تہ ان جي نطفي ۾ موجود هڪ انتهائي باريڪ "جرثومہ" يعني اهي جراثيم جيڪي مرد ۽ عورت جي نطفي ۾ موجود هجڻ سبب ٻار پيدا ٿيندو آهي، اگر ٻنهي زال مڙس مان ڪنهن بہ هڪ جي نطفي ۾ اهي جراثيم نہ هجن تہ جيڪر ٻار پيدا ٿي نہ سگهي، جڏهن مرد جو نطفو عورت جي رحم تائين پهچي ٿو تہ هي جراثيم عورت جي رحم ۾ ڪنهن وقت بہ انهيءَ "نسواني آنڊي"سان وڃي ملندا آهن، جيڪا انهيءَ جرثومہ وانگر انتهائي باريڪ هوندا آهن، پوءِ انهن ٻنهي جي ملڻ سان هڪ باريڪ "خليو" يعني اهڙو جسم جنهن ۾ نہ گوشت هجي، نہ هڏو هجي ۽ نہ رت هجي، بڻجي وڃي ٿو. هيءُ ئي "خليو" حقيقت ۾ انساني زندگيءَ جو نقطہ آغاز آهي ۽ انهيءَ خليي جي وجود ۾ اچي وڃڻ ئي "حمل" جي قرار وٺڻ جي علامت آهي. پوءِ الله تعاليٰ ان خليہ کي "علقہ" يعني ڄميل رت جي شڪل ۾ آڻي ٿو. پوءِ ان علقہ کي درجي بدرجي "مضغہ" يعني گوشت جي هڪ ٻوٽيءَ ۾ تبديل ڪندو آهي، وري ان گوشت جي

ٽڪري جي "صورت گري" يعني تصوير تيار ڪئي ويجي ٿي ۽ گوشت جي انهيءَ ٽڪري کي انساني عضون جي قالب ۾ آندو ويجي ٿو ۽ انهيءَ کي مرد يا عورت جي صورت ڏني ويجي ٿي. "حمل" جي چئن مهينن قرار وٺڻ کان پوءِ انهيءَ ۾ روح ڦوڪيو ويجي ٿو، وري انهيءَ کي عورت جي پيٽ اندر ناڙي جي ذريعي غذا پهچائي، ان جي جسامت وڌائي ويجي ٿي ۽ انهيءَ جي دماغ اندر اهي سڀ چڱيون مَنيون صلاحيتون رکيون وڃن ٿيون، جن جي ڪري هو اڳتي هلي پنهنجي زندگيءَ ۾ تعليم و تربيت ۽ ماحول جي زير اثر ڊاڪٽر، انجنيئر، سياستدان، تاجر، عالمِ دين، ولي ڪامل، مزدور، جاهل، بدمعاش ۽ غنډي جي شخصيت ۾ معاشري اندر اُڀري ٿو.

هيءَ عاجز هِتي اهو پڇڻ ٿو گهري ته انسان جي زندگي ۽ انهيءَ جي نشو نما جي لاءِ هوا، پاڻي ۽ خارجي غذا ڪيتري قدر موثر آهي. اگر انهن شين جو ان جي زندگيءَ ۾ ڪوئي دخل نه آهي ته پوءِ دنيا ۾ انسان انهن شين کان سواءِ زنده رهي ڇو نه ٿو سگهي؟ اگر اهي شيون ان جي زندگيءَ ۽ ان جي بقا لاءِ موثر آهن ته پوءِ انهن شين کان سواءِ انسان ماءُ جي پيٽ ۾ ڪيئن ٿو زنده رهي سگهي؟ الله تعاليٰ پنهنجي حڪمت کي پاڻ ڄاڻي ٿو.

### قدرت جي عجيب ڪارسازي:

حضرت فاروقِ اعظم رضہ فرمائي ٿو ته انسان جو چهرو صرف هڪ ڳراٽ ٽئي ٿو ۽ الله تعاليٰ اربين ڪربين بلڪ ان کان به زياده چهرا خلقيا آهن ليڪن ڪو به چهرو، ٻئي چهري سان نٿو ملي، ڪا اک ڪنهن اک سان، ڪو ڪَن ڪنهن ڪَن سان، ڪو نَڪ ڪنهن نَڪ سان ۽ ڪو چَپُ ڪنهن چَپَ سان نٿو ملي. انسان جي آواز ڏانهن ڏٺو ويجي ته اڪثر آواز سنها ۽ ٿلها ٿين ٿا پوءِ به هر هڪ آواز اندر جدا اثر ۽ فرق آهي، تنهنجي مٿي ۾ جيڪي اکيون لڳل آهن، ڪيئن نه الله تعاليٰ انهن ۾ بصارت ۽ ڏسڻ جو نظام رکيو آهي، جيڪي تنهنجي مٿي ۾ ڪَن لڳل آهن، انهن ۾ قوت سماعت جي الله تعاليٰ ڪيئن نه صلاحيت پيدا ڪئي آهي. الله تعاليٰ زبان کي ڪيئن نه گويائيءَ جي قوت عطا فرمائي. هيءَ به هڪ گوشت جو ٽڪرو آهي، هٿ به گوشت جو ٽڪرو آهي. ان کي به ٻوٽيءَ مان پيدا ڪيو ويو آهي ۽ هن کي به ٻوٽيءَ مان پيدا ڪيو ويو آهي پر ان ۾ الله تعاليٰ وري پنهنجي امر سان اهڙي صلاحيت رکي ڇڏي جو ان جو ڪم مختلف ٿي ويو ۽ هن جو ڪم وري مختلف ٿي

ويو. هي خدا جو شان ۽ سندس خلقت آهي، جنهن اسان کي پيدا ڪيو ۽ وري اسان جي مٿان ايڏا انعام ۽ احسان ڪيا. ان جي ڪارسازيءَ ڏانهن ڏسو! ان جي ڪرشمہ قدرت ڏانهن ڏسو!! پاڻيءَ تي ڇٽ ڇتي، پوري ڪائنات اندر، انسان کي مڙني مخلوقات کان احسن صورت ۾ پيدا ڪيائين.

## هڪ سنگ ۾ سوين داڻا:

پاڻي ۽ مٽيءَ جو ميلاپ، هوا جو لڳڻ، الله تعاليٰ ان مٽيءَ مان اسان توهان جي واسطي سلا پيدا ڪيا. اهڙا پُر لطف ۽ اکين کي وڻندڙ جو اسان ڏسون تہ اسان جي اکين کي فرحت ملي، قلب کي قرار ۽ سُڪون حاصل ٿئي. ريج ڪيون، هر ڪاهيون، ان ۾ هڪڙو داڻو وجهون، الله تعاليٰ ان داڻي مان هڪ سَلو پيدا ڪيو. سَلو وڏي وڌو ٿيو تہ ان ۾ الله تعاليٰ هڪڙو سنگ پيدا ڪيو. هڪ هڪ سنگ ۾، هڪ هڪ داڻي مان الله تعاليٰ ست ست سنگ، بلڪ ان کان بہ زياده ڏهہ ڏهہ، ٻارهن ٻارهن سنگ پيدا ڪيا. ان هڪ سنگ مان الله تعالي سوين داڻا پيدا ڪري ڇڏيا. آهي اسان ۾ طاقت جو ان نموني رزق روزيءَ کي اسان ناهي ۽ بنائي سگهون؟ الله تعاليٰ فرمائي ٿو "زمين جي مٿان هر چرندڙ شيءِ جي رزق روزيءَ جو ذمو الله تعاليٰ پاڻ کنيو آهي".

## هوا هڪ عظيم احسان:

هيءَ هوا جيڪا الله تعاليٰ اسان توهان جي واسطي هلائي ڇڏي آهي. ان مان اسان اوهان جي زندگي آسان بنجي ٿي، ان هوا ۾ اسان ساهہ کڻون ٿا. هوا جي ذريعي اسان جي زندگيءَ جو رشتو قائم آهي، ان هوا کي الله تعاليٰ ڪيترو نہ عام ڪري ڇڏيو آهي. اگر اوهان پنهنجي گهر ۾ آهيو تہ اتي بہ الله تعاليٰ اوهان جي واسطي هوا جو بندوبست ڪري ڇڏيو. اگر زمين تي آهيو، مٿي جبلن ۽ پهاڙن تي چڙهو، سفر جي حالت ۾، بيروني ممالڪ ڏانهن هليا وڃو، هر طرف الله تعاليٰ اوهان جي واسطي هوا جو بندوبست ڪري ڇڏيو آهي. ان هوا مان هڪ هڪ لمحي جو فائدو وٺي رهيا آهيو پوءِ بہ اوهان کي خبر ڪانهي، اوهان جي وجود کي ڪو علم ڪونهي، اوهان جي ذهن ۽ تصور ۾ ان نعمت جو ذرا ڀر خيال ئي ڪو نہ گذري، جيڪا نعمت الله تعاليٰ هوا جي صورت ۾ اسان توهان جي واسطي عام ڪري ڇڏي آهي. اها هوا اگر دنيا جي تختي تان هڪ مهينو، هڪ هفتو، هڪ ڏينهن، هڪ ڪلاڪ يا هڪ ساعت

ہ ناپيد ٿي وڃي تہ جيڪر اسان جي زندگي مشڪل ۽ محال بڻجي وڃي، شايد ڪو هن دنيا ۾ ساهہ کڻڻ وارو باقي رهي، انسان تہ انسان پر جانور بہ پنهنجي حياتيءَ تان هٿ کڻي ويهن. الله تعاليٰ اهڙي اهم شيءِ کي بہ اسان لاءِ عام ڪري ڇڏيو. ڀلا ان جي ٻئي پهلوءَ تي بہ اسان توهان ڪڏهن غور ڪيو آهي تہ هن هوا جي اگر الله تعاليٰ قيمت مقرر ڪري ها تہ هڪ ڏينهن هوا جا اوهان ڪي هيترا پئسا ادا ڪرڻا آهن تہ ان ڳالهہ تي بہ الله تعاليٰ قادر هيو يا ڪو ٻيو عيوضو اسان کان طلب ڪري ها تہ ٿي سگهيو ٿي، مگر الله تعاليٰ جا اسان جي مٿان احسان آهن جو اهڙي اهم شيءِ جو بہ عيوضو ۽ اجورو اسان کان نٿو وٺي مگر اها ونڊ سستي ۽ سولي مفت ملي رهي آهي پر افسوس! پوءِ بہ اسان کي ڪو قدر ڪونهي.

**پاڻي هڪ عجيب انعام:**

اسان جي زندگيءَ واسطي ٻي هڪ اهم ترين نعمت پاڻي آهي. پاڻيءَ جي مٿان اسان توهان ڪڏهن غور ڪيو آهي، جڏهن اسان پنهنجي مٽڪي مان گلاس يا وٽو پاڻيءَ جو ڀري پنهنجي چپن تي آڻيون ٿا. هڪ ڍُڪ پنهنجي نڙيءَ کان هيٺ لاهيون ٿا، اسان ڪڏهن سوچيو آهي تہ اهو پاڻيءَ جو هڪ ڍُڪُ يا هڪ قطرو ڪيترن وڏن مرحلن کان گذرندو اسان تائين پهتو آهي. سڀ کان پهريائين الله تعاليٰ جي عجيب حڪمت، عجيب خلقت جو پاڻيءَ جو هڪ وسيع ذخيره الله تعاليٰ توهان اسان جي واسطي سمونڊ جي صورت ۾ موجود ڪري ڇڏيو آهي، خدا جو شان تہ ڏسو، ان جي ڪار سازيءَ ڏانهن تہ ڏسو! جو ان کي نمڪين بڻايائين. سمونڊ جو پاڻي ڇهرو هوندو آهي، پوءِ جيڪي حاجي سمونڊ جو سفر ڪندا آهن ۽ ان پاڻيءَ کي چڪندا آهن تہ پاڻي پيئڻ جهڙو نہ هوندو آهي، نڙيءَ کي ساڙيندو آهي. ان جي ڇهري هجڻ ۾ بہ حڪمت آهي، جو تہ پاڻيءَ جو اصل بنيادي ذريعو سمونڊ ئي آهي، انڪري ان کي نمڪين بڻايو ويو تہ ان اندر ڪڏهن بہ ڪو تغير پيدا نہ ٿئي. بدبوءِ ۽ بيماري پيدا نہ ٿئي، جيئن اوهان بعض اوقات مڇيءَ کي لوڻ ڏيئي رکندا آهيو يا ڪو جانور جو چمڙو هوندو آهي تہ ان کي لوڻ ڏيئي رکندا آهيو تہ مبادا ان ۾ ڪيڙا پئجي نہ وڃن، هي خراب ٿي نہ وڃي. الله تعاليٰ پاڻيءَ جي هن وسيع ذخيره کي نمڪين بڻائي ڇڏيو تہ جيئن هن ۾ تغير يا تبدل پيدا نہ ٿئي.

هاڻي انهيءَ نقطي تي اچون ٿا تہ اهو نمڪين پاڻي انسان ذات پي نٿي سگهي، اگر پيئي تہ ان کي تڪليف ۽ بيماري لاحق ٿي سگهي ٿي. هاڻي الله تعاليٰ اسان لاءِ پنهنجي قدرت سان هن نمڪين پاڻيءَ مان بخارا جي صورت ۾ ڪڪر ٺاهيا. اهي ڪڪر مٽي قائم ٿي ويا. اوهان سائنسدانن جي زبان مان ٻڌو هوندو تہ اهي ڪڪر جيڪي مٽي ٺهن ٿا. اهو سمونڊ جو پاڻي آهي، جيڪو بخارا جي شڪل اختيار ڪري مٿي پهچي ٿو. انهن ڪڪرن ۾ هڪ طرح سان قدرتي نظام آهي جو انهن مان اها ڇهراڻ ختم ٿي ويئي. بد ذائقو دور ٿي ويو. هاڻي اهو مٺو پاڻي ٿي ويو. الله تعاليٰ ان کي بارش جي صورت ۾ اسان جي مٿان ڪيرايو.

**بارش جون برڪتون:**

زمين جي آبادي ۽ سيرابيءَ جو پهلو بہ نهايت ئي عجيب آهي. ڪٿي درياهن ۽ نهرن جي ذريعي تہ ڪٿي پهاڙي واهين جي وسيلي، ڪٿي نارن ۽ ٽيوب ويلن جي ذريعي تہ ڪٿي خالص بارش جي ذريعي آبادي ڪئي پيئي وڃي. اگر اهي ڪڪر هڪ ئي هنڌ بيٺا رهن ۽ هڪ ئي جاءِ تي رات ڏينهن بارش وسائيندا رهن تہ جيڪر اتي جي رهاڪن جي روزمره واري زندگي مفلوج ۽ ناڪاره بنجي وڃي. جيئن هوائي جهازن ذريعي ضرورت وارو سامان هڪ هنڌ کان ٻئي هنڌ تائين موڪليو ويندو آهي، تيئن الله تعاليٰ پنهنجي قدرت ڪاملہ سان ڪڪرن جي ذريعي بارش کي هڪ هنڌ کان ٻئي هنڌ تائين پهچائيندو آهي. خصوصاً جابلو ۽ ٿري علائقا جن جي اڪثر آباديءَ جو دارومدار بارش جي پاڻيءَ تي هوندو آهي، اتي اهي ڪڪر پهچي، بارش جي ذريعي، جبلن، پهاڙن ۽ ٿر جي ريگستاني علائقن کي سرسبز ۽ شاداب بڻائيندا آهن. ڪوهہ مري ۽ اسلام آباد جا پهاڙي ۽ ناهموار علائقا سڀ کان زياده سرسبز آهن ۽ عوام جي تفريح جا مرڪز بڻيل آهن. انهن هنڌن تي نهري پاڻي پهچائڻ جو تصور بہ نٿو ڪري سگهجي، اتي ايتري تہ بارش وسي ٿي جو ڪافي فصل ۽ باغات بارش جي پاڻيءَ تي ٿين ٿا. اسان توهان وٽ ايترو سارو بندوبست موجود ڪونهي جو ان پاڻيءَ کي پنهنجي لاءِ محفوظ ڪري رکون ۽ پورو سال ان مان فائدو حاصل ڪيون. پنهنجي اُڃ بہ لاهيون، پنهنجي جانورن کي بہ پياريون، پنهنجي ٻنين تائين بہ پاڻي پهچايون. الله تبارڪ و تعاليٰ اسان انسانن واسطي هڪ عجيب نظام قائم ڪري ڇڏيو آهي

جو جبلن جي مٿان پاڻي پوي ٿو ۽ برف جي صورت ۾ محفوظ ٿي وڃي ٿو. هڪ وڏو ذخيرو قائم ٿي ويو. اها برف هزارن ۽ لکن ٽنن جي صورت ۾ انهن جبلن جي مٿان بيهي ويئي. پاڻي اتي موجود ٿي ويو. الله تعاليٰ ان ۾ اها حڪمت رکي جو اهو پاڻي آهستگيءَ سان ٿوري ٿوري مقدار ۾ ضرورت مطابق منهنجي پاڻهن کي پهچندو رهي. سج جي تپش تي اها برف رجي ٿي ۽ اهو پاڻي درياهن جي صورت ۾ اتان نڪري ٿو. درياهہ مان وري نهرون نڪرن ٿيون، اهي اسان جي زمين تائين پهچن ٿيون. انهن مان توهان اسان پنهنجي اُڃ اجهايون ٿا، پنهنجي زمين کي فيضياب ڪريون ٿا. الله تعاليٰ اسان جي واسطي وري هڪ ٻيو نظام بہ قائم ڪري ڇڏيو جو هر جڳهہ تي اهي نهرون ڪونہ ٿيون پهچن، الله تعاليٰ زمين جي اندر اسان توهان جي واسطي پاڻيءَ جا چشما جاري ڪري ڇڏيا. توهان ڪٿي بہ بورنگ ڪريو، نل کي هيٺ لاهيو. توهان جي واسطي مٺو ۽ شيرين پاڻي موجود آهي، جنهن مان پنهنجي اُڃ اجهايو ۽ پنهنجي ضرورت کي پورو ڪريو.

### نعمت جي ناشڪري:

منهنجا مرشد مربي هيءُ واقعو بيان فرمائيندا هئا تہ هڪ شخص دلي مان گلاس پري، ٻئي ڍڪ پاڻيءَ جا پيئي، باقي بچيل سمورو پاڻي زمين تي هاري ڇڏيو. ڪنهن بزرگ اهو منظر ڏٺو پئي. ڏسندي اهو بزرگ اوچتو زمين تي ڪري پيو ۽ بيهوش ٿي ويو. ڪافي وقت کان پوءِ جڏهن ڪيس هوش آيو تہ اتي جي موجوده ماڻهن عرض ڪيو تہ قبلا! بيهوش ٿيڻ جي ڪهڙي ڳالهہ هئي؟ پاڻ فرمايائون تہ ههڙو صاف سٺو ۽ مٺو پاڻي، جڏهن هن نعمت جي هن نموني بي قدري ٿيندي ڏٺم. سوچيم تہ مبادا اسان جي هن ناشڪريءَ سبب هي الله جي نعمت بند ٿي وڃي يا کسجي نہ وڃي. بس انهيءَ نعمت کي ياد ڪندي آءٌ بيهوش ٿي ويس.

مقالو پنجون

# ڪرا ڪوڙا ۽ چڱا مَٺا اخلاق

(چڪتاڻ ۽ چوڪاري جو ذريعو)

**اکر اکر جو عيوضو:**

عزيز و دوستو! الله تبارڪ و تعاليٰ پنهنجي پياري ڪلام پاڪ ۾ ارشاد فرمايو آهي "مايلفظ من قول الا لديه رقيب عتيد" ڪو بہ شخص، ڪو بہ لفظ، زبان مان نٿو ڪڍي، مگر ان وٽ هڪ محافظ تيار ويٺل آهي تہ جيڪي ڪجهہ هي لفظ زبان مان ڪڍي، جيڪي ڪجهہ هو گفتگو ڪري تہ ان کي آءُ لکان، اگر اهو شخص سهڻا لفظ زبان مان ڪڍي ٿو، نصيحت ڀريا ڪلما زبان مان ڪڍي ٿو تہ اهي لفظ انهيءَ جي واسطي دنيا خواهہ آخرت ۾ نجات جو ذريعو بنجن ٿا، اگر اهو شخص الله تعاليٰ جي نافرمانيءَ وارا لفظ، ڪنهن جي دل آزاريءَ وارا لفظ، ڪنهن کي تڪليف ڏيڻ وارا لفظ ڪڍي ٿو، ڪنهن جي غيبت ڪيائين، ڪنهن جي چغلخوري ڪيائين، اهڙا لفظ زبان مان ڪڍي ٿو تہ اهي لفظ انهن جي بُرن عملن ۾ شامل ڪيا وڃن ٿا، روز قيامت اهي الفاظ ان جي واسطي باعثِ وبال ۽ مصيبت جو سبب بڻبا آهن.

آنحضرت صلي الله عليه وسلم جن ارشاد فرمايو آهي تہ ڪي اهڙا شخص، پنهنجي زندگيءَ ۾ ڪي اهڙا الفاظ ڳالهائيندا آهن، جيڪي الفاظ الله تبارڪ و تعاليٰ کي پسند ۽ مقبول هوندا آهن، انهن چند لفظن جي ڪري انهن جو ٻيڙو پار ٿي ويندو آهي، انهن چند لفظن جي ڪري، انهن کي نجات حاصل ٿيندي آهي، پر ڪي بدنصيب بدبخت شخص اهڙا بہ هوندا آهن جو پنهنجي زندگيءَ ۾، هو نيڪ عمل بہ ڪندا آهن، ليڪن چند ڪلما، چند لفظ، زبان مان اهڙا صادر ٿيندا آهن، جيڪي الله تعاليٰ جي نزديڪ ناپسند هوندا آهن، ان ڪري هو عذاب جا حقدار بڻبا آهن.

عزيز و دوستو! اسان پنهنجي زبان تي، پنهنجي گفتگو تي ۽ پنهنجي اعضاء تي ڪنٽرول ڪيون، جواز روئے قرآن هيءَ ڳالهہ ثابت ٿي چڪي آهي، تہ اسان توهان جي مٿان هڪ خدائي محافظ، اسان توهان جي تاڪ ۾، اسان توهان جو گويا گهٽ ونيو ويٺو آهي، اسان توهان جي انتظار ۾ آهي تہ جهڙا بہ هي ڪلما استعمال ڪن تہ انهن کي محفوظ ڪري وٺي.

## جهڙي نيت تهڙو نصيب:

حديث شريف ۾ اچي ٿو تہ قيامت جو ڏينهن ٿيندو ہ شخص الله تعاليٰ جي بارگاهہ ۾ حاضر ٿيندا. هڪ شخص جا نيڪ عمل ۽ بُرا عمل پيش ڪيا ويندا. اهو شخص پنهنجي نيڪ عملن کان انڪار ڪندو، چوندو تہ يا الله! مون تہ هي نيڪ عمل ڪيائي ڪونہ آهن، مون تہ هي نيڪيون ڪيون ئي ڪونهن، منهنجي دفتر ۾ ڪيئن شامل ڪيون ويون آهن. هڪ ٻيو شخص الله تعاليٰ جي بارگاهہ ۾ حاضر ڪيو ويندو، ان جي دفتر ۾ وري بُرا عمل لکيل هوندا. هو پنهنجي بُرن عملن کان انڪار ڪندو تہ يا الله! مون تہ هي بُرا عمل ڪيا ئي ڪونهن، منهنجي دفتر ۾ هنن کي ڪيئن شامل ڪيو ويو آهي. حديث ۾ اچي ٿو تہ اهي ٻئي شخص وري پنهنجي قول ۽ پنهنجي گفتگوء ۾ سچا بہ هوندا. پهريون شخص جيڪو پنهنجي نيڪ عملن کان انڪار ڪندو، اهو شخص دنيا ۾ اهو هوندو جو ڪنهن ان جي پر پُٺ گلا غيبت ڪئي هوندي، ان غيبت ڪندڙ شخص جون نيڪيون، ان کي ملنديون. حالانڪہ هن اهي پاڻ نہ ڪيون هونديون. پر جنهن ٻئي شخص ان جي پر پُٺ گلا يا غيبت ڪئي هوندي، اهي نيڪيون هن کي حاصل ٿينديون. ٻيو شخص جيڪو بُرن عملن کان انڪار ڪندو. هي اهو شخص هوندو، جنهن ڪنهن ٻئي جي گلا ڪئي هوندي. ڪنهن جي دل آزاري ڪئي هوندي، ڪنهن کي تڪليف پهچائي هوندي، ڪنهن جو حق ماريو هوندو. ٻئي شخص جا اهي بُرا عمل ۽ خرابيون، هن جي گردن ۾ لکيون وينديون. اسان اوهان اندازو ڪيون تہ ڪيتري قدر، اهي ٿورا لفظ اسان توهان جي واسطي آخرت ۾ تڪليف جو باعث بنجن ٿا.

## آخرت جو مفلس:

هڪ ڀيري حضور اڪرم صلي الله عليه وسلم جن فرمايو تہ اي منهنجا پيارا اصحابيو! مون کي ٻڌايو تہ مفلس ڪير آهي؟ صحابہ ڪرام عرض ڪيو تہ يا رسول الله صلي الله عليه وسلم اسان مفلس ان کي چوندا آهيون جنهن وٽ دنيا ۾ کائڻ پيئڻ لاء ڪا شيء نہ هجي، جنهن وٽ مال ملڪيت، دنيا دولت نہ هجي. پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو تہ اهو دنيا جو مفلس آهي، آءُ اوهان کي ٻڌايان تہ آخرت جو مفلس ڪير آهي؟ جيڪو قيامت جي ڏينهن الله جي بارگاهہ ۾ حاضر ڪيو وڃي، ان جا نيڪ عمل، چڱايون ۽

ڀلايون ايتريون تہ گهٽيون ۽ ڪثير هجن، جيئن جبل ۽ پهاڙ هجن، محشر جي ميدان ۾ موجوده افراد چوندا تہ ڇا! هيءُ شخص ڪو شهيد، عالم يا ولي آهي، هيءُ ڪير شخص آهي، جنهن جا هيترا نيڪ عمل آهن، محشر وارا ان سان رشڪ ڪندا. اهو شخص الله جي بارگاهہ ۾ پيش ڪيو ويندو ۽ الله جي طرفان هي اعلان ڪرايو ويندو تہ هن شخص مٿان ڪنهن جي ڪا دعويٰ، ڪنهن جو ڪو فرياد تہ نہ آهي؟ حديث شريف ۾ اچي ٿو تہ هيءُ اهو شخص هوندو، جنهن نيڪ عمل گهڻا ڪيا هوندا، نمازون بہ گهڻيون پڙهيون، پر ڪنهن کي ڪهڙي تڪليف ڏني هوندائين، اهي دانهين، اهي فريادي، الله جي بارگاهہ ۾ حاضر ٿيندا تہ منهنجا رب ڪريم! هي اهو شخص آهي، جنهن مون کي گار ڏني هئي، منهنجي بيعزتي ۽ رُسوائي ڪئي هئي، الله تعاليٰ فرمائيندو تہ منهنجا پيارا فرشتو! هن شخص جون نيڪيون ۽ چڱايون هن شخصن کي ڏنيون وڃن. وري ٻيو شخص ايندو ۽ فرياد ڪٽي ايندو تہ ياالله! هن منهنجو حق ماريو هيو، مون کي ايذايو هئائين، منهنجي مٿان ڪوڙي شاهدي ڏني هئائين. اهڙا اهڙا فريادي هن جي مٿان دانهيندا رهندا. حديث شريف ۾ اچي ٿو تہ ان جا نيڪ عمل، انهن ۾ تقسيم ڪيا ويندا، تقسيم ڪندي ڪندي، جيڪي ان جا عمل جبلن ۽ پهاڙن برابر هيا، اهي سڀ عمل ختم ٿي ويندا، هٿين خالي رهجي ويندو پر اڃان بہ فريادي ايندا رهندا، الله تعاليٰ جي طرفان حڪم ٿيندو تہ هاڻي فريادين جا گناهہ هن جي گردن تي لڳايا وڃن. آخر ٻين جا گناهہ پنهنجي سِرَ تي کڻي ڪري، پنهنجي ڪنڌ تي لڏي ڪري، جهنم جو حقدار بڻبو.

اي منهنجا دوست! اسان توهان جي زبان ڪئنچيءَ وانگر هلي پيئي، حالانڪہ ازروئے قرآن جي آيتہ مبارڪ جي مطابق ثابت ٿيو تہ اسان اوهان جي مٿان اهي خدائي محافظ موجود آهن، هڪ ساڄي ڪلهي تي ۽ ٻيو کابي ڪلهي تي ويٺو آهي. اسان جا دفتر ڀريا پيا وڃن، جيڪي لفظ زبان مان ڪڍون ٿا، جيڪي ڪم ڪيون ٿا، اهي سڀ خدا جا فرشتا لکندا رهن ٿا، جنهن ۾ ڪا ڪمي بيشي ڪانہ ٿي ٿئي، اهي دفتر الله جي بارگاهہ ۾ قيامت جي ڏينهن پيش ڪيا ويندا، تہ تو ڪهڙي نيڪي ۽ چڱائي ڪئي آهي؟ اسان توهان هٿ پنهنجي من مستيءَ ۾ مشغول آهيون. اسان توهان پنهنجي طاقت ۽ قوت جي ڪري، ٻين کي نظر ۾ نٿا رکون.

منهنجا دوست و عزيزو! اسان توهان کان زياده طاقتور الله تعاليٰ جي ذات آهي. خدا جا قهري فرشتا، خدا جي حڪم ۽ امر جا منتظر آهن تہ ڪهڙي وقت، ڪهڙو حڪم ٿئي، اسان ان امر جي بجا آوري ڪيون. آنحضرت ﷺ جن ارشاد فرمائن ٿا تہ جهنم کي خدا جي بارگاهہ ۾ هن حالت ۾ آندو ويندو جو ان کي ستر هزار زنجير هوندا، وري هڪ هڪ زنجير ۾ ستر هزار فرشتا هوندا، اهڙا وحشتناڪ، دهشتناڪ منظر جنهن کي اسان توهان وساري وينا آهيون.

### صبر ۽ شڪر جو ثمر:

منهنجا دوستو! هيءَ زندگي ٿورڙي آهي. الله تعاليٰ توهان اسان کي ان ڪري عطا ڪئي آهي تہ اسان ان زندگيءَ ۾ عمل ڪيون. ارشاد باري تعاليٰ آهي "وماخلقت الجن والانس الا ليعبدون" مون نہ پيدا ڪيو آهي. جنن ۽ انسانن کي محض ان جي واسطي تہ منهنجي عبادت ۽ بندگي ڪن. اگر هنن کي ڪا نيڪي، ڪا چڱائي، ڪا فرصت، آرام، ڪا ڀلائي پهچي تہ منهنجو شڪر بجا آڻين. اگر انهن کي منهنجي طرفان ڪا تڪليف پهچي تہ ان جي مٿان صبر ڪن، هر حال ۾ منهنجي طرف متوجہ ٿين. ائين نہ جو توهان اسان وٽ دولت ڪٺي ٿي ويئي تہ اسان خدا جا نافرمان بنجي وياسين. ٿوري تڪليف پهتي تہ وري خدا کي ياد ڪرڻ شروع ڪري ڏنوسين، ائين نہ هجي. اسان اوهان جي مٿان جيڪي آزمائشون ۽ امتحان اچن ٿا، انهن ۾ وڏي حڪمت رکيل آهي، جن کي توهان اسان نٿا ڄاڻون.

### نصيحت آميز واقعو:

هڪ بزرگ جو گذر ڪنهن قبرستان وٽان ٿيو ۽ چيائين تہ مون پہ رڪعتون نفل پڙهيون ۽ هڪ قبر وٽ ويهي ڪري، خدا جي ذڪر ۾ مشغول ٿي ويس. اهو صاحب قبر، جنهن جي مٿان مون مراقبو ڪيو، اهو مون سان مخاطب ٿيو ۽ ان مون سان پنهنجو حال اوريو. ڪانئس پڇيم تہ اي دوست! ٻڌاءِ تہ سهي، هن قبرستان ۾ ڪير آهن؟ ان چيو تہ پوري قبرستان ۾ مومن مسلمان ڀائرا آهن، ان کان پڇيم تہ قبر وارن جو حال ڇا آهي؟ چيائين تہ الحمدلله! خدا جي فرمانبرداريءَ سبب سڀ آرام ۽ اطمينان جو وقت گذاري رهيا آهن. مون ان کان پڇيو تہ توهان سڀني ۾ زياده مرتبي وارو ڪهڙو

شخص آهي ۽ ان جي ڪهڙي قبر آهي؟ چيائين ته فلاڻي پاسي، فلاڻي قبر آهي، ان ۾ جيڪو شخص مدفون آهي، اهو اسان سڀني کان وڌيڪ شان مرتبي وارو آهي. منهنجي دل ۾ اها تمنا پيدا ٿي ته اهو شخص مون سان ملي ته ان کان حال احوال وٺان. ان شخص چيو ته مون دعا گهري، الله تعاليٰ منهنجي دعا قبول ڪئي. اها قبر ڦاٽي ۽ اهو قبر وارو ظاهر ٿيو. نهايت ئي نوجوان، ننڍي عمر وارو، مون کي حيرت ٿي، اي نوجوان! مون کي ٻڌاءِ ته دنيا ۾ تو ڪهڙو عمل ڪيو هو، جو الله تعاليٰ توکي سڀني قبرن وارن کان زياده شرف ۽ شان عطا فرمايو آهي. ان نوجوان چيو ته منهنجا دوست! اگر تون مون کان پڇين ٿو ته آءُ توکي ٻڌايان ٿو ته منهنجا ٻيا عمل ڪو نه آهن، هي عمل هيو ته دنيا واري زندگيءَ ۾ الله تعاليٰ جي طرفان منهنجي مٿان جيڪي آزمائشون ۽ مصيبتون نازل ٿيون، انهن جي مٿان مون صبر ڪيو. الله تعاليٰ جو مون شڪر ڪيو. نا شڪري نه ڪئي، انهيءَ صبر ۽ شڪر جي ڪري مون کي هي شرف ۽ شان عطا ٿيو آهي.

## بي صبري ۽ ناشڪري:

ڪنهن بزرگ هڪ شخص کي ڏٺو، جنهن جي مٿي تي ڪپڙي جي پٽي ٻڌل هئي، بزرگن ڪانئنس پڇيو ته دوست! هيءَ مٿي سان پٽي ڇو ٻڌي اٿئي؟ چيائين ته سائين مٿي ۾ ڏاڍو سور آهي، سور جي ڪري، هيءَ پٽي ٻڌي اٿم. بزرگن فرمايس ته دوست! تنهنجي تقريباً ٽيهه سال عمر آهي، الله تعاليٰ توکي انهيءَ عرصي اندر صحت ۽ چڱڀلائي عطا فرمائي، پوءِ ڪڏهن تو الله جي شڪر جي به پٽي ٻڌي هئي؟ اڄ الله تعاليٰ توکي مٿي ۾ ٿورو سور ڏنو آهي ته الله جي شڪايت ۽ ناشڪريءَ جي پٽي ٻڌي اٿئي، ماڻهن کي ٻڌائين ٿو ته الله تعاليٰ مون کي هيءَ تڪليف ڏني آهي.

دوست و عزيزو! ٿوري تڪليف پهتي، ٿوري رزق روزيءَ ۾ ڪا ڪمي ٿي، اسان پريشان ٿي ويندا سون، ته هاءِ فلاڻي کي هيترو آهي، مون وٽ ڪجهه ئي ڪونهي، حالانڪ حضور اڪرم ﷺ جن فرمايو آهي ته دنيا واري مرتبي ۾ اوهان پنهنجي نگاهه پاڻ کان هيٺ وارن ڏانهن ڪيو، مسڪينن ۽ غريبن ڏانهن نظر ڪيو، ته انهن جو حال ڇا آهي، پوءِ اوهان جي اندر شڪر جو مادو پيدا ٿيندو. دين واري پهلوءَ ۾ توهان پنهنجي پاڻ کان

وڏيڪ نيڪو ڪارن جي مٿان نظر ڪريو تہ جيئن توهان ۾ نيڪيءَ جو زياده شوق پيدا ٿئي.

حديث شريف ۾ اچي ٿو تہ قيامت جي ڏينهن هر هڪ شخص کي پنهنجي عملن جو عيوضو ملندو. جنهن دنيا اندر مصيبت جي مٿان صبر ڪيو هوندو تہ ان کي ان صبر جو بہ عيوضو ملندو. صبر جو اجورو ۽ انعام ڏسندي، هر هڪ شخص اها تمنا ڪندو تہ ڪاش! جيڪڏهن دنيا ۾ اسان جي جسم کي ڪئنچيءَ سان ڪَپيو ۽ ڪَٽيو وڃي ها تہ اڄان بہ وڌيڪ مان ۽ مرتبو ملي ها. افسوس! اسان جي مٿان جيڪي مصيبتون نازل ٿيون، انهن جو عيوضو ايڏو تہ وڏو مليو جو ان جي مقابلي ۾ اهي تڪليفون ٿوريون هيون.






## مثالي عجز انڪساري:

حضرت قبلہ سهڻا سائين رح جن جي ساليانہ عرس مبارڪ جي موقعي تي درگاهہ الله آباد شريف تي پاڻ تقرير دوران فرمايائون تہ دل گهريو پئي تہ هيٺ ويهي تقرير ڪجي پر خلفاءِ ۽ علماءَ جي زور ڀرڻ تي ڪرسيءَ تي ويهڻو پيو. مٿي ويهڻ سان ماڻهوءَ جو مان مرتبو مٿاهون نٿو ٿئي ۽ نہ وري ڪو سندس شان ۾ ڪو اضافو ٿو اچي. علماء، خلفاء ۽ سيد سڳورا سڀ هيٺ ويٺا هجن، ڏاڍي شرمساري ٿئي ٿي. پاڻ فرمايائون تہ اوهان ڏٺو هوندو تہ ڪَکَ ۽ ڪانا درياهہ جي مٿان هوندا آهن ۽ انهن جي ڪائي حيثيت ناهي، پر موتي هميشہ سمونڊ جي تري ۾ هوندا آهن. سيد اهل بيت، علماء ۽ خلفاء موتين جي مثل آهن جيڪي هيٺ ويٺا آهن. هيءُ عاجز ڪکن ۽ ڪانن وانگر مٿي ويٺو آهي، هن عاجز جي ڪابہ حيثيت نہ آهي (ڪيسيٽ موجود آهي)

2. حضرت خواجہ غريب نواز پير مِٺا رح جن جي ساليانہ عرس مبارڪ جي موقعي تي درگاهہ غريب آباد (لاڙڪاڻہ) اندر حضرت پير قريشي رح جن جا ڏوهٽا سائين رفيق احمد شاهہ صاحب ۽ حضرت پير مٺا رح جن جا ڏوهٽا سائين محمد ديده دل صاحب جن بيهي تقريرون ڪيون، پاڻ مصلي تي ويهي تقرير ڪندي فرمايائون تہ هن عاجز جي دل بہ گهريو پيئي تہ بين دوستن وانگر بيهي تقرير ڪجي هاڻ جڏهن پنهنجي گناهن تي نظر پئي تہ ڏاڍي شرمساري ٿي تہ هنن نيڪن ذڪر وارن فقيرن جي اڳيان ڪهڙو ڪنڌ ڪڍي بيهي تقرير ڪجي، مجبورن ويهي تقرير ڪرڻي پيئي.

پاڻ پنهنجي تقرير دوران مزيد هي بہ فرمايائون تہ هڪڙا ڪُتا اهي آهن، جن کي لوسي ڪتو ڪونيو ويندو آهي، انهن ڪتن کي ماڻهو پتر نڪر هڻندا آهن يا ڪتو ڪتو ڪري ڪين ڊوڙائيندا آهن، ٻيا ڪتا اهي هوندا آهن جن جي ڳچيءَ ۾ پٽو پيل هوندو آهي، هر ماڻهو اهڙن ڪتن جو خيال رکندو آهي تہ هيءَ نڌڻڪا ڪتا نہ آهن، هيءَ وارثن وارا ڏکنا آهن، سڃاڻپ لاءِ مالڪن ڪين ڳچيءَ ۾ پٽو ٻڌي ڇڏيو آهي، ائين چئي پاڻ زارو قطار رُنا ۽ فقيرن کي بہ روئاريندي فرمايائون تہ هن عاجز جو مثال بہ انهيءَ ڪتي وانگر آهي، هن عاجز جي ڳچيءَ ۾ بہ غلاميءَ وارو پٽو پيل آهي، اسان وارثن وارا آهيون، نڌڻڪا نہ آهيون، مرشد ڪريم مالڪي فرمائيندا. (ڪيسيٽ موجود آهي)

3. حضرت خواجہ غريب نواز پير مٺا رح جن جي ساليانہ عرس مبارڪ جي موقعي تي درگاهہ فقيرپور شريف (راڏڻ) اندر مولانا محمد رمضان صاحب تقرير دوران ٻڌايو تہ جنهن بہ طريقہ عاليہ جي خدمت ڪئي آهي تہ حضرت صاحب جن ان جو احسان لاتو آهي.

مولانا حبيب الرحمان صاحب، حضرت قبلہ سهڻا سائين رح جن جي سوانح حيات جو ڪتاب وليءِ ڪامل لکيو تہ حضرت صاحب جن مفتي صاحب کي گڏ حرمين شريفن وٺي ويا.

جڏهن حضرت صاحب جن تقرير شروع ڪئي تہ پاڻ فرمايائون تہ هيءَ ڳالهہ هن عاجز کي ظاهر ڪرڻي نہ هئي پر جيئن تہ مولانا محمد رمضان صاحب اڳيئي پنهنجي تقرير ۾ اها ڳالهہ ڪري چڪو آهي تہ هيءَ عاجز بہ ان جي وضاحت ڪري ڇڏي تہ اها ڳالهہ ائين نہ آهي بر حقيقت هيءَ آهي تہ پنهنجي گناهن کي ڏسندي هن عاجز کي دل ۾ خيال ٿيو تہ هيءَ عاجز ڪهڙو ڪنڌ ڪڻي، الله جي حبيب ﷺ جن جي روضي مبارڪ جي سامهون بيهندو ۽ حاضري ڀريندو، تنهن لاءِ هن عاجز پنهنجي استاد مڪرم مفتي حبيب الرحمان صاحب جن کي تيار ڪيو جيڪي نهايت نيڪ صالح، صوفي پرهيزگار انسان آهن، هن عاجز انهن بزرگن جي معيت ۾ گنبذخضريٰ جي حاضري ڀري. (ڪيسيٽ موجود آهي).

## باطني بصيرت:

حضرت قبلہ سهڻا سائين رح جن جو چام شورو اسپتال ۾ آپريشن ٿيو، هڪ رات اوچتو ٻارهين يا هڪ وڳي پرواري ڪمري مان رڙيون، دانهون ۽روڻ جو آواز آيو. بس ٿوري دير ڪانپوءِ هڪ شخص حضرت صاحب جن جي ڪمري ۾ آيو، ڏاڍو پريشان هيو، ٻڌايائين تہ اسان جو همراهہ سڪرات ۾ آهي، هڏڪي مٿان هڏڪي آهي، هن وقت ڪوبہ ڊاڪٽر يا نرس ڊيوٽيءَ تي موجود ڪانهي، ٻي واهہ نہ ڏسي مجبوراً اوهان ڏانهن آيو آهيان تہ حضرت صاحب جن هلي دعا گهرن تہ الله تعاليٰ، همراهہ کي ڀنهنجو ڪري، اسان سندس سڪرات ڏسي نٿا سگهون.

ڊاڪٽر صاحب چيو تہ اوهان کي خبر آهي تہ حضرت صاحب جن جو تازو آپريشن ٿيل آهي ۽ ڊاڪٽرن کين اٿڻ ويهڻ کان بہ منع ڪئي آهي تہ ايتري ۾ پاڻ ڊاڪٽرکي اشارو ڪندي فرمايائون تہ ڇا آهي؟ ڊاڪٽر صاحب جڏهن حال حقيقت عرض رکيو تہ پاڻ نهايت جهيڻي آواز ۾ فرمايائون تہ اسان کي ٽيڪ ڏيئي اٿاريو، خبر ناهي ان شخص کي ڪيتري وقت کان تڪليف ۾ آهي، پاڻ هڪ ٻانهن ڊاڪٽر صاحب جي ڪلهي تي رکي ۽ ٻي ٻانهن هن عاجز (بيدار) جي ڪلهي تي رکي، پير اگهاڙا پيرن مبارڪن جون آڱريون زمين تي گهليندي گهليندي. ان ڪمري تائين پهتا، همراهہ کي سڪرات جي حالت هئي،لڳاتار هڏڪي مٿان هڏڪي هئي، مٽ مائٽ روح رازو ڪري رهيا، هتا حضرت صاحب جن جون ٻانهون اسان جي ڪلهن تي هيون، پاڻ ڏڪندڙ هٿڙا مبارڪ مٿي ڪٽي چند منٽ دعا گهريائون، جڏهن واپس ڪمري ۾ پهتا تہ دانهون ۽ رڙيون ختم ٿي ويون، اسان سمجهيو تہ همراهہ وڃي الله سان مليو، ٿوري دير ڪان پوءِ وري اهو ساڳيو شخص واپس آيو ٻڌايائين تہ الحمدلله! همراهہ ٺيڪ آهي، حضرت صاحب جن جي دعا همراهہ کي ويل زندگي واپس وٺي ڏني.

درگاهہ الله آباد شريف تي ساليانہ عرس مبارڪ جي موقعي تي پاڻ هيءُ مٿيون واقعو ٻڌائيندي فرمايائون تہ ان وقت ڊاڪٽر مرحوم عبداللطيف چنہ ۽ هڪ ٻيو فقير بہ هيو. هيءُ عاجز اسٽيج تي ويٺل هيو، دل ۾ خيال آيو تہ ان

وقت تہ ڈاڪٽر صاحب سان گڏ آءُ ئي هوس، بس منهنجو اهو ارادو ڪرڻ سڪنڊن ۾ محبوبن پيهر اهو جملو هن طرح ورجايو تہ ڈاڪٽر صاحب سان گڏ شايد بيدار صاحب بہ هيو. (ڪيسيٽ موجود آهي).

مرحوم ڈاڪٽر محمد عاشق، جيڪو فائينل ييئر ايم بي بي ايس جو شاگرد هيو، قضا الاهيءَ سان غفاري مرڪز مورو ۾ بجليءَ جي شاڪ سبب وصال ڪري ويو. حضرت صاحب جن دستگير ڪالوني مورو ۾ پهچي سندس والد سان عذر خواهي ڪئي. پاڻ فرمايائون تہ اسان فقير جي قبر تي هلنداسون. عرض ڪيو ويو تہ قبلا! مقام تمام وڏو آهي، ڪار جو رستو بہ نہ آهي. پاڻ فرمايائون تہ اسان پنڌ بہ هلنداسون. حضرت صاحب جن سان گڏ فقير شمس الدين سولنگي ۽ هيءُ عاجز (بيدار) ڪار ۾ هيو، ڪارمان لهي ڪافي پنڌ ڪيوسين، فقير شمس الدين ڪي قبر ڏنل هئي، هن هڪ تازي قبر ڏانهن اشارو ڪندي عرض ڪيو تہ قبلا! ڈاڪٽر صاحب جي قبر هيءُ آهي، پاڻ قبلہ طرف سامهيءَ وٽ بيٺا اجا بہ چار منٽ مس گذريا ، پاڻ فرمايائون تہ ميان شمس الدين! ڏسو مبادا ڪا ٻي قبر هجي؟ شمس الدين ڊوڙي اڳتي ويو ڏٺائين تہ واقعي ڈاڪٽر صاحب جي قبر تہ هيءُ آهي جيڪا لٺي جي وڻ سان ڍڪي پيئي آهي، تکڙو تکڙو اچي عرض ڪيائين تہ قبلا آءُ ڀلجي پيو هوس، ڈاڪٽر صاحب جي قبر اجها هيءُ آهي. حضرت صاحب جن ساڳي طرح لئي جي وڻ هيٺان لنگهندي، قبلہ طرف، سامهيءَ جي سامهون بيهي، چند منٽن کان پوءِ فرمايائون تہ واقعي فقير جي قبر هيءُ آهي.

3. هڪ ڀيري حضرت صاحب جن ظهر نماز پڙهي، نون فقيرن سان مليا ، جماعت نهايت مختصر هئي. هڪ شخص حضرت صاحب جن سان مليو ۽ عرض ڪيائين تہ قبلا! ٻارهن سال گذري چڪا آهن جو آءُ سهڻا سائين رح جن سان فقير پور شريف ۾ مليو هوس ۽ وري ڪونہ آيس. حضرت صاحب جنجي وصال کي چار سال گذري ويا ، مون دوستن کان پڇيو تہ هاڻي مسند شريف تي ڪير آهي؟ ٻڌايائون تہ سندن فرزند آهي، قبلا! اوهان اجا ننڍڙا هيو ۽ فقير پور ۾ پڙهندا هيو، مون اوهان کي فقيرپور ۾ هڪ ڀيرو ڏٺو هيو. حضرت صاحب جن

نهايت غور سان فقير جون ڳالهيون ٻڌندا رهيا ۽ ڪيس ڏسندا رهيا. هيءُ عاجز (بيدار) وري حضرت صاحب جنجي چهرن انور کي ڏسندو رهيو، فقير چوڻ لڳو ته قبلا! آءُ حيدرآباد پهچي، جناب خالد مغل کان ائبريس پڇي، درگاهه الله آباد شريف پهتو آهيان، جڏهن فقير گفتگو پوري ڪئي ته حضرت صاحب جن ڪيس فرمايو ته اوهان جو نالو اسلم آهي؟ فقير عرض ڪيو ته قبلا! هائو منهنجو نالو اسلم آهي. پاڻ فرمايائون ته اوهان "اٽڪ" جا آهيو؟ عرض ڪيائين ته قبلا! هائو. پاڻ فرمايائون ته هائو فقير پور شريف ۾ پڙهڻ دوران هن عاجز به اوهانکي هڪ ڀيرو ڏٺو هيو.

4. محمد اڪرم، جيڪو هن وقت حضرت جن جي گاڏيءَ جو ڊرائيور آهي، مونکي ٻڌايائين ته شروع ۾ آءُ ڊاڪٽر عبداللطيف چنه جي سوزڪي هلائيندو هوس، حضرت صاحب جن درگاهه الله آباد شريف پڙهندا هئا ،اهو تقريباً 73-74ع جو زمانو هيو، حضرت صاحب جن منهنجي سوزڪيءَ ۾ ويٺا ۽ ڳالهيون ڪندي فرمايائون ته محمد اڪرم! آءُ جڏهن وڏو ٿيندس ته ڪار وٺندس ۽ اوهان کي پنهنجي ڪار جو ڊرائيور ڪري رکندس، حضرت صاحب جن تقريباً 84-85ع ۾ هُنڊا سوِڪ (چاڪليٽي ڪلر) گاڏي ورتائون. پهرين ڏينهن محمد اڪرم کي گهرائي،گاڏي جي چابي ڪيس ڏنائون، محمد اڪرم ٻڌايو ته ان وقت آءُ ڪلين شيو هوس، ان کانپوءِ مون ڏاڙهي رکائڻ شروع ڪئي.

محمد اڪرم نهايت نيڪ صالح شخص آهي، حضرت صاحب جن جو فئملي ڊرائيور آهي، منهنجو (بيدار) به پيارو محسن دوست آهي، سفر جو سنگ رفيق ۽ ساٿي آهي.

## پکين ۽ جانورن تي ٻاجھ:

وارهه شهر جي ڀرسان سوڍر قوم جو ڳوٺ آهي، اتي حضرت صاحب جن جو عظيم الشان جلسو هيو، حضرت صاحب جن جي رهائش لاءِ هڪ ڪشادو ۽ وڏو گهر خالي ڪرايو ويو، هيءُ عاجز (بيدار) به ان گهر ۾ موجود هيو، ٽيپهريءَ جو وقت هيو ،حضرت صاحب جن ڪنهن ديني ڪتاب جو مطالعو ڪري رهيا هئا، گهر ڌڻي به ڪنهن ڪم سانگي گهر کان ٻاهر نڪري ويو هو.

اوچتو ڏهہ پندرهن سهانکتا ، جيڪي حضرت صاحب جن جي ڪٽ جي چوڌاري چڪر لڳائڻ لڳا ، پنهنجي عجيب و غريب انداز ۾ ٻڪ جون رڙيون ڪرڻ لڳا ، حضرت صاحب جن هنن جي ٻڪ برداشت ڪري نہ سگهيا ، پاڻ ڪتاب بند ڪري، گهر اندر گاهہ ڳولهڻ لڳا ، اڳيان حضرت صاحب جن هجن ۽ پٺيان سهن جي فوج، نيٺ گهر جي صفحي اندران هڪ ڪوٺي هٿي جنهن ۾ گاهہ پيل هيو ، پاڻ گاهہ ڪٽي ٻاهر نڪتا تہ وري بہ سها ساڳي ئي نموني حضرت صاحب جن جي پٺيان ٻاهر آيا ، پاڻ گاهہ کي هٿن سان ڪُتري ننڍڙا ننڍڙا ذرڙا ڪري سهن جي آڏو رکيائون، سيئي جهڳٽو ڪري گاهہ کائڻ ۾ مشغول ٿي ويا ، انهيءَ وچ ۾ گهر ڌڻي بہ پهچي ويو، هي عجيب منظر ڏسي حيرت ۾ پئجي ويو ،پاڻ مرڪندي کيس فرمايائون تہ اصلي گهر تہ هنن ويچارن جو آهي، جڏهن گهر ڌڻي غائب ٿي ويو تہ اسان کي ئي هنن جي ٻک جو بندوبست ڪرڻو پيو.

2. دالي شهر جي پرسان غلام حسين ڪلهوڙو جوڳوٺ آهي، اتي حضرت صاحب جن جو جلسو هيو، هيءَ عاجز (بيدار) بہ اتي موجود هيو ،پاڻ ظهر نماز پڙهڻ لاءِ جيئن جو مسجد شريف ڏانهن روانا ٿيا تہ سندن پٺيان ڪافي جماعت هئي، جيڪا الله الله جو ذڪر ڪري رهي هئي، ان گهٽيءَ مان هڪ گهر اندران ٻچن سوڌي ڪُڪڙ ٻاهر نڪتي، الله الله جي آواز تي ڪڪڙ ۽ ٻچن دروازي جو رخ رکيو، مسجد کي تمام وڏو ۽ ڪشادو اڱڻ هيو، ڪڪڙ ٻچن سوڌي اڱڻ ۾ هلي ويئي، ڪجهہ وقت کانپوءِ ڪڪڙ تہ جلدي دورازي مان ٻاهر نڪري آئي پر سندس ننڍڙا ٻچڙا منجهي پيا ۽ اڱڻ ۾ هيڏي هوڏي ڦرڻ لڳا، ماءُ جي جدائيءَ ۾ عجيب نموني چُون چُون جو آواز ڪيڻ لڳا، حضرت صاحب جن سندن پريشاني برداشت ڪري نہ سگهيا ۽ مسجد جي دروازي وٽ بيهي رهيا، فرمايائون تہ "جيستائين اهي ٻچا پنهنجي ماءُ سان نہ ملندا تيستائين اسان مسجد ۾ نہ هلنداسون" آخر هڪڙي فقير دروازي مان وڃي ننڍڙن ٻچڙن کي ٻاهر ڪڍي آيو، بعد ۾ حضرت صاحب جن مسجد اندر داخل ٿيا.

## حقيقت ۾ يا خواب:

مولانا رحمت الله صاحب هن عاجز (بيدار) کي ٻڌايو تہ سال 78ع هيو، حضرت صاحب جن دوره حديث واسطي شيخ الحديث مولانا محمد منتخب الحق صاحب رح جن وٽ ڪراچي پڙهندا هيا، ان وقت ڪين شناختي

ڪارڊ جي ضرورت پيئي ،پاڻ مونکي فرمايائون تہ اوهان الله آباد پهچي، منهنجو شناختي ڪارڊ ٺهرائي اچو. مولانا صاحب ٻڌايو تہ جڏهن آءٌ الله آباد پهتس ۽ فارم وٺي پرڻ شروع ڪيم تہ فارم اندر هڪ خاني ۾ خصوصي شناخت لکڻي هئي سڄي رات پريشانيءَ ۾ گذاريم تہ شناختي ڪارڊ ڪئين ٺهندو؟ بس ننڊ اچي ويئي، خواب ۾ ڏسان پيو تہ حضرت قبلہ سڄڻ سائين جن سامهون بيٺا آهن پاڻ فرمايائون تہ مولوي صاحب! اوهان پريشان ڇو ٿيا آهيو؟ پاڻ پنهنجي ڪابي هٿ جي وچين آڱر تي ترَ جو نشان ڏيکاريندي فرمايائون تہ فارم اندر هيءَ ترَجو نشان لکي ڇڏجو، صبح جو اٿندي فارم اندر اهو نشان لکي ڇڏيم، جڏهن ڪراچي واپس پهتس تہ ان آڱر تي تر جو نشان ڏسي، اطمينان ٿيو، هن عاجز (بيدار) نوشهرو فيروز آفيس مان فارم جي ڪاپي ڪيرائي، فوٽو اسٽيٽ ڪرائي پاڻ وٽ رکي ڇڏي آهي، جنهن ۾ ڪابي هٿ جي وچين آڱر تي تر جو نشان آهي.

2. مولانا محمد رحيم صاحب، جيڪي بلوچستان، اُٿل علائقي جا آهن، پاڻ نهايت نيڪ صالح، عالم با عمل آهن، ان علائقي ۾ سندن هڪ مدرسو بہ آهي. پاڻ ٻڌايائون تہ هڪ ڀيري منهنجي گهر واريءَ کي سخت بخار ٿيو، دوا جي واسطي ان وقت مون وٽ هڪ روپيو بہ نہ هيو نيٺ پنهنجي هڪ پراڻي وست فقير عبدالحڪيم کي چيم تہ اوهان وٽ ڪجهہ پئسا آهن؟ چيائين تہ هائو سو روپيہ آهن. مولوي صاحب ٻڌايو تہ آءٌ فقير عبدالحڪيم سان گڏ سندس موٽر سائيڪل تي چڙهي اٿل شهر مان دوا وٺي آيس سڄي رات ڏاڍو پريشان گذاريم، پريشاني دوران اک لڳي ويئي ڇا ڏسان تہ حضرت قبلہ سڄڻ سائين جن منهنجي مٿن ڪان بيٺا آهن، پاڻ فرمائن پيا تہ مولوي صاحب! اوهان ايترو پريشان ڇو آهيو؟ عرض ڪيم تہ قبلا! هڪ مسڪين ۽ ٻيو بيماري اجا بہ پريشان نہ ٿيان! حضرت صاحب جن پنهنجي کيسي مان سئو سئو جا ٻہ ڪڙڪ نوٽ ڪڍي مونکي ڏنا ۽ فرمايائون تہ اوهان ڪوبہ فڪر نہ ڪيو، صبح جو اٿي، جڏهن مدرسي پهتس تہ مدرسي جي اهم ڪاغذن جي ضرورت پيئي، جيڪي منهنجي کيسي ۾ هيا، اجان کيسي ۾ هٿ وجهان تہ ڪاغذن سان گڏ سئو سئو جا ٻہ ڪڙڪ نوٽ بہ نڪتا، جيڪي حضرت صاحب جن خواب اندر ڏنا هُيا، هڪ نوٽ تہ فقير عبدالحڪيم کي ڏنوويو ۽ ٻيو نوٽ هن عاجز (بيدار) کانئس ررتن، ان کي تبرڪاً پلاسٽڪ ڪوٽيڊ ڪرائي رکيو اٿم، اهو نوٽ اڄ بہ